# قوت العاشقين

## (مٺي مرسل ﷺ جا معجزا)

علامه مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحه

سوڌيندڙ، سنواريندڙ ۽ سنڌي نثر ۾ آڻيندڙ

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

# قوت العاشقين

(مني مرسل ﷺ جا معجزا)

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحہ

(سوڍيندڙ، سنواريندڙ ۽ سنڌي نثر ۾ آڻيندڙ)

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي



مهراڻ اڪيڊمي

اڪيڊمي جو ڪتاب نمبر ٦٨



| | | |
|---|---|---|
| ڇپائيندڙ | : | قمر ميمڻ |
| ڊزائنر | : | خالد سيف الله ڀٽي |
| ڇاپو پهريون | : | جولاءِ 1993ع |
| ڇاپو ٻيو | : | سيپٽمبر 1996ع |
| ڇاپو ٽيون | : | جنوري 1998ع |

هديو =/56 رپيا

ملڻ جو هنڌ

برانچ آفيس: مهراڻ اڪيڊمي واڳٽودر شڪارپور

۽

سنڌ جا سمورا ڪتاب گهر

# فهرست

# پنهنجي پاران

سڀ ساراهه ڪائنات جي خالق ۽ مالڪ مهربان ڪي ٿي سونهي، جيڪو اڙين جو آڌار ۽ ڏڌن جو ڏاتار آهي. اهڙو تہ ٻاجهارو رحمان، جو ان جي ٻاجهہ ۽ رحمت جو ڪو ڪنڌي ڪنارو آهي ئي ڪونہ.

ڪروڙين صلواتون پڙهجن مٺي مرسل محمد ڪريم ﷺ مٿان، جيڪو انسانذات جو هادي، رهبر ۽ شافع محشر آهي.

الله پاڪ جو فضل ٿيو، سنڌ سونهاري تي، جتي هر دور ۾ وڏا وڏا محدث، عالم، اسڪالر، مبلغ ۽ مجاهد پيدا ٿيندا رهيا، جن پنهنجي پنهنجي وقت ۾ قرآن مجيد ۽ سنت سڳوري جو پيغام الله جي ٻانهن تائين پهچايو ۽ کين هدايت جي سڌي راهہ سونهائي.

انهن ۾ علامہ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحہ جو نالو چنڊ جيان جرڪندو نظر اچي ٿو. مخدوم صاحب تحرير ۽ تقرير وسيلي سنڌ ۾ دين کي ڦهلايو.

خاص طور تحرير جي ميدان ۾ وڏو ڪم ڪيائين (١). قرآن، حديث، فقہ، سيرت پاڪ ۽ ٻين انيڪ موضوعن تي لکيائين.

---

(١) مقدمي ۾ مخدوم صاحب جي زندگي جو احوال ڏنو ويو آهي.

مخدوم محمد هاشم رحہ، حضرت حبيب ڪريم ﷺ جو سچو عاشق هو. اهوئي سبب آهي تہ هن سيرت پاڪ تي گهڻو ڪجهہ لکيو آهي.

هي ڪتاب "قوت العاشقين،" بہ مخدوم صاحب جي مشهور تصنيف آهي. هن ۾ پاڻ ڪريم ﷺ جن جا معجزا بيان ڪيا اٿس.

ڪتاب بابت تہ مان ڪجهہ نہ چوندس جو اهو سج کي آرسي ڏيکارڻ جيان آهي، رڳو ايترو چوان ٿو تہ هي ڪتاب هڪ عاشق رسول ﷺ جي لکيل اڪير ۽ محبت سان هڪ بينظير تحرير آهي، جنهن جو اکر اکر پاڻ ڪريمن جي محبت ۾ ٿمتار آهي. تاريخ بہ آهي تہ واقعا بہ ۽ وري ڏسو تہ واقعا سَند ۽ صحت جي اعتبار کان بہ پورا ٿا لهن. ڪچين ۽ ضعيف روايتن کان پاسو ڪيو اٿن.

مهراڻ اڪيڊمي الله جي فضل سان هينئر اٺين سال ۾ پير پاتو آهي. اسانجو منڍ کان وٺي اهو مقصد رهيو آهي تہ سنڌ سونهاري جي سڀاجهڙن ماڻهن تائين اسلام جي روشني پهچائجي. ڪوشش ڪجي تہ سنڌ جو گهر گهر ۽ ڪنڊ ڪنڊ دين جي نوراني ڪرڻن سان جرڪن ۽ چمڪن. اسلام جو پيغام عام ڪبو تہ ماڻهو الله جو سچو ٻانهو بڻبو ۽ حضرت حبيب ڪريم ﷺ جو سچو عاشق ٿيندو.

اسانکي هن ڪم ۾ جيڪا بہ ڪاميابي ٿي آهي، اها رڳو الله پاڪ جي مهر ۽ فضل آهي. اهوئي وڏي ۾ وڏو سهارو آهي.

اڪيڊمي لاءِ هن ڪتاب جي اشاعت وڏو اعزاز آهي.
ازانسواءِ مخدوم صاحب جا ڪجهہ ٻيا ڪتاب ڇپائي هيٺ
آهن، جن ۾ سندس معرڪتہ الآراءِ تصنيف" بذل القوة في
حوادث سنين النبوة" جو سنڌي ترجمو ذڪر لائق آهي. ڊاڪٽر
ميمڻ عبدالمجيد سنڌي صاحب رحہ هن ڪتاب کي سوڌي،
سنواري موجوده نثر ۾ آندو آهي. ڊاڪٽر صاحب رحہ نهايت
سلوڻي ۽ مٺي ٻولي ڪم آندي آهي. هونئن تہ اسان سان هن
علمي ڪم ۾ ساري سنڌ جي اسڪالرن ۽ دانشورن سهڪار
ڪيو آهي، پر سائين ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي رحہ جيڪو
بي لوث ۽ اڻ موٽ تعاون ڏنو، تنهن جو ڪو مَٽ ڪونهي.
سائين ڊاڪٽر صاحب رحہ منهنجو عرض ڪڏهن نہ موٽايو ۽
وِڪ وِڪ تي هر قسم جي مدد ڪئي. هو هن دنيا مان لاڏاڻو
ڪري ويا آهن. شال الله پاڪ سندن هي ديني خدمتون پنهنجي
بارگاهہ ۾ قبول فرمائي ۽ ڪيس جنت ۾ اعليٰ درجا عطا ڪري آمين.
ڪتاب جي پروفن ۾ انجنيئر عبدالمالڪ صاحب ۽ خالد
سيف الله ٻنهي مون سان تعاون ڪيو، انهن جا بہ وڏا ٿورا مڃبا.
مان اميد ڪريان ٿو، تہ سنڌ جو عام توڙي خاص
مسلمان هن ڪتاب مان لاڀ پرائيندو ۽ اسان سان تعاون جاري
رکندو.

قمر ميمڻ
سيڪريٽري
مهراڻ اڪيڊمي

آڪٽوبر 1996ع

# مقدمو

## سوانح حيات مخدوم محمد هاشم ٺٽوي

مخدوم صاحب جي والد بزرگوار جو نالو عبدالغفور هو ۽ ذات جو پنوهر هو. سندس وڏا اصل ۾ سيوهڻ جا رهاڪو هئا. مخدوم صاحب جي والد سيوهڻ مان لڏي اچي ڳوٺ ٻٺورو (ضلعو ٺٽو) ۾ رهائش اختيار ڪئي. مخدوم صاحب جي ولادت ٻٺورو ۾ ١٠ ربيع الاول ١١٠۴ هه (١٦٩٢ع) تي ٿي.

ابتدائي تعليم پنهنجي والد بزرگوار ڪان حاصل ڪيائين. سنه ١١١٣ هه (١٧٠١ع) ۾ سندس والد وفات ڪئي. ان ڪان پوءِ مخدوم محمد سعيد ٺٽوي، مخدوم ضياءالدين ٺٽوي ۽ مخدوم محمد معين ٺٽوي ڪان حاصل ڪيائين. سنه ١١٣٥ هه (١٧٢٣ع) ۾ مخدوم صاحب حرمين شريفين ويو؛ جتي شيخ عبدالقادر حنفي مڪي(وفات ١١٣٨ هه)، شيخ عبد بن علي مصري، شيخ ابوطاهر محمد مدني (وفات ١١۴٥ هه) ۽ شيخ علي بن عبدالملڪ دراوي (١١۴٥ هه) ڪان سَنَدون حاصل ڪيائين. حرمين شريفين ڪان موٽندي سورت بندر ۾ سيد سعدالله قادري (وفات ١١٣٨هه) جو دست بيعت ٿيو. ان ڪان اڳ ۾ ٺٽي جي بزرگ مخدوم ابوالقاسم نقشبنديءَ ڪان به روحاني فيض حاصل ڪيو هئائين.

فارغ التحصيل ٿيڻ ڪان پوءِ پنهنجي ڳوٺ ٻٺورو ۾ درس و تدريس جو سلسلو شروع ڪيائين. ڪجهه وقت ڪان پوءِ ٻٺورو مان لڏي اچي پرواري ڳوٺ ٻهرام پور ۾ رهيو؛ جتي پڻ درس تدريس جو سلسلو جاري رکيائين. آخر اتان به لڏي اچي ٺٽي ۾ رهيو؛ جتي درس جو سلسلو قائم ڪيائين ۽ ڪيترن ئي علم جي اڃايلن جي اڃ اجهايائين . آخري عمر ۾ حديث جو درس ڏيندو هو.

مخدوم صاحب دين جي تبليغ، اسلامي تعليم جي نشر و اشاعت ۽

اسلامي قانون جي نفاذ لاءِ وڏي جدوجهد ڪئي. ان سلسلي ۾ درس وتدريس جي سلسلي سان گڏ تصنيف وتاليف جو ڪم به ڪندو رهيو. بدعتن جي خلاف به عملي جدوجهد ڪيائين ته شريعت جي نفاذ لاءِ به وڏي ڪوشش ورتائين. ان سلسلي ۾ سنڌ جي حاڪم غلام شاهه ڪلهوڙي کان پروانو حاصل ڪيائين، جنهن مطابق بدعتن، شريعت جي خلاف رسمن، ريتن ۽ رواجن کي ڪنجو ڏيڻ لاءِ پنهنجي سرڪوشش ورتائين اها سندس ايماني قوت هئي، جنهن منجهس ايڏي جرئت ۽ همت پيدا ڪئي هئي، جو وقت جي حڪمرانن کي به متاثر ۽ مرعوب ڪري، خراب رسمن کي ختم ڪرڻ لاءِ ۽ شرعي قانون جي عملي نفاذ لاءِ حڪمرانن کان پروانو حاصل ڪري سگهيو. معلوم ٿئي ٿو، ته منجهس اها ايماني قوت عشقِ رسول جي جذبي پيدا ڪئي هئي. مخدوم صاحب جي ڪتابن مان معلوم ٿئي ٿو ته ڪيس ٻنهي جهانن جي سردار، ڪائنات جي ڪارڻي، نبين جي سردار، ختم الانبياء ﷺ سان بي پناهه محبت هئي. انهيءَ جذبي سان سرشار ٿي هن وقت جي حالتن جو مقابلو ڪيو ۽ سنڌ ۾ اسلامي ثقافت کي پڪو ۽ پختو بنايو. اهوئي سبب آهي جو سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ اڄ تائين عام توڙي خاص جي زبان تي سندس نالو جاري ۽ ساري آهي. مطلب ته سنڌ جي هر حصي ۾ مخدوم صاحب کي سندس تعليم، تبليغ ۽ علمي فيض جي ڪري عام مقبوليت حاصل ٿي.

معلوم ٿئي ٿو ته مخدوم صاحب تعليم ۽ تبليغ جي سلسلي ۾ اتر سنڌ ۾ به آيو هو. شڪارپور جو وڏو عالم، فاضل ۽ اهل دل بزرگ شاهه فقير الله علوي سندس معتقد هو ۽ ٺٽي ۾ سندس صحبت ۾ رهي ڪانئس علمي فيض حاصل ڪيو هئائين. انهن ڏينهن ۾ لاڙڪاڻي جي پرسان ڳوٺ" ڏامراها" علم جو مرڪز هو. ڏامراها ذات، پنوهرن جو مکيه پاڙو آهي. ڏامراهن جي ڳوٺ ۾ اها روايت مشهور آهي، ته مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، ڏامراهن ۾ آيو هو، ۽ ڪجهه وقت رهي، ڏامراهن جي مسجد ۾ ويهي علمي ونڊ وراهيو هئائين. ٿي سگهي ٿو، ته ڏامراهن جا رهاڪو، ڏامراها ذات وارا سندس عزيز هجن. انهيءَ سيهي جي ڪري،

ڏامراهن ۾ اچي رهيو هجي، تہ جيئن اتر سنڌ جي ماڻهن ۾ بہ دين جي تبليغ ۽ علمي فيض جي ورهاست جو ڪم سرانجام ڏئي سگهجي. جيڪڏهن ڏامراهن ۾ آيو هو، تہ پوءِ لازمي طرح سيوهڻ، شڪارپور ۽ ٻين شهرن ۽ ڳوٺن ۾ بہ ويو هوندو. ڪچي ۾ انهيءَ تبليغي ڪم لاءِ پنهنجي شاگرد ۽ وڏي عالم مخدوم عبدالله نرئي واري کي مقرر ڪيائين، جنهن استاد طرفان سونپيل ڪم جي پورائيءَ لاءِ وڏي جدوجهد ڪئي ۽ ان ۾ ڪامياب ويو. هن بہ درس وتدريس ۽ تبليغ سان گڏ سنڌي زبان ۾ ڪيترائي علمي، ديني ۽ تاريخي ڪتاب لکيا. جن مان خزانہ اعظم، قمرالمنير، بدرالمنير ۽ خلفاءِراشدين قابل ذڪر آهن.

سنڌ جو هي وڏو عالم، فاضل، مبلغ ۽ مصلح پنهنجي علمي فيض سان سنڌ جي سرزمين کي سيراب ڪري ٦ رجب سنہ ١١٧٤هہ (١٧٦١ع) تي هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪري، دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو. ڪيس مڪليءَ تي مدفون ڪيو ويو. ﷲ تعالیٰ جون رحمتون هجن.

مخدوم صاحب جي شاگردن ۾ مخدوم عبدالله نرئي واري ۽ شاهہ فقير الله علوي کان سواءِ مخدوم عبدالرحمان (وفات ١١٨١هہ)، مخدوم عبدالخالق ٺٽوي (وفات ١١٥٧ هہ) مخدوم ابوالحسن صغير ٺٽوي (وفات ١١٥٧ هہ)، سيد هاشم شاهہ مٽياروي (وفات ١١٧٧ هہ)، مخدوم نورمحمد نصرپوري ۽ مخدوم محمدمراد سيوهاڻيءَ جا نالا قابل ذڪر آهن.

مخدوم صاحب کي ٻہ فرزند ٿيا. مخدوم عبدالرحمان ۽ مخدوم عبداللطيف. ٻنهي پنهنجي والد بزرگوار کان تعليم حاصل ڪئي ۽ وڏا عالم ۽ فاضل ٿيا. مخدوم عبدالرحمان پنهنجي والد بزرگوار جي پيروي ڪندي الف اشباع جي ستا ۾ حج جي مسئلن بابت سنڌي زبان ۾ "حيات العاشقين" نالي ڪتاب لکيو. مخدوم عبدالرحمان پنهنجي والد جي وفات کان پوءِ جهونا ڳڙهہ وڃي رهيو هو ۽ وفات بہ اتي ٿي ڪيائين. مخدوم عبداللطيف پنهنجي والد بزرگوار جو جاءِنشين ٿيو، ۽ درس وتدريس ۽ تبليغ جو سلسلو جاري رکيائين. سنہ ١١٨٧ هہ (١٧٧٣ع) ۾ ميان سرفراز ڪلهوڙي جي لشڪر ۾ قضا جي عهدي تي

مقرر ٿيو. مخدوم محمد معين ٺٽوي جي عربي ڪتاب "دراسات اللبيب" جي رد ۾ عربي ۾ "ذب ذباب الدراسات عن المذاهب الاربعة المتناسبات" نالي ڪتاب لکيائين. ٺٽي ۾ ئي وفات ڪيائين، ۽ پنهنجي والد بزرگوار جي پيرانديءَ کان مدفون ٿيو.

## تصنيف ۽ تاليف:

مخدوم صاحب عربي، فارسي ۽ سنڌي زبانن ۾ ڪيترائي علمي ۽ ديني ڪتاب لکيا؛ جيڪي تمام گهڻو مشهور ۽ مقبول ٿيا. سنڌي ڪتابن، سڄي سنڌ ۽ ڪڇ ۾ وڏي مقبوليت حاصل ڪئي، ۽ مدرسن، مڪتبن ۽ مسجدن ۾ پڙهيا ۽ پڙهايا ويندا هئا.

عربي ۽ فارسي ڪتاب سڄي اسلامي دنيا ۾ ڦهليا، ۽ اسلامي دنيا جي ان وقت جي عالمن ۽ فاضلن انهن ڪتابن کي وڏي قدر جي نگاهه سان ڏٺو، ۽ انهن جي علمي معيار ۽ محققانه انداز کي ساراهيو. ايتري قدر جو ڪجهه عربي ڪتاب مصر جي وڏي مدرسي جامع الازهر ۾ پڙهيا ۽ پڙهايا ويندا هئا.

مخدوم صاحب جي ڪتابن مان ڪجهه ڪتابن جا نالا هي آهن:

١. جنة النعيم في فضائل القرآن الڪريم (قرآن شريف جي سورتن جي فضيلتن بابت عربي ۾ سنه ١١٣٤هه ۾ لکيو ويو.)

٢. مظهر الانوار (روزن بابت عربي ۾ ١١٣١هه ۾ لکيو ويو. روزن بابت ههڙو منفرد علمي ۽ تحقيقي نوعيت جو ڪتاب اڄ تائين اسلامي دنيا ۾ نه لکيو ويو آهي.)

٣. حيات الصائمين (مظهر الانوار جو فارسي ترجمو.)

٤. حيات القادر باطراف صحيح بخاري (حديث بابت عربي ۾ ١١٦٦هه ۾ لکيو ويو. حديث جي موضوع تي جامع ڪتاب آهي.)

٥. بذل القوه في حوادث سني النبوه (حديث بابت عربي ۾ بي نظير ۽ منفرد ڪتاب آهي. هن ۾ پاڻ سڳورن جي سيرت متعلق واقعا سن وار بيان ڪيا ويا آهن.)

٦. فاڪهة البستان: (شڪار بابت عربي ۾ ١١٣٢هه ۾ لکيو ويو.

هن جو سنڌي ترجمو مخدوم صاحب راحة المومنين عرف ذبح ۽ شڪار جي نالي سان ڪيو.)

٧. تفسير القران المعروف بالتفسير الهاشمي (قرآن شريف جو تفسير آهي. ان ڪان سواءِ "سورة الڪهف" جو جدا تفسير به لکيائين.)

٨. تفسير هاشمي سنڌي (اوڻٽيهين ۽ ٽيهين پارن جا تفسير نظمي سٽا ۾ ملن ٿا. وڌيڪ خبر نه ٿي پوي ته مخدوم صاحب ٻين پارن جا تفسير به لکيا هئا يا نه؟! اهي ٻئي سيپارا قديم صورتخطي ۾ ڇپبا رهيا آهن. تازو راقم الحروف ٽيهين پاره جو تفسير موجوده سنڌي نثر ۾ آندو آهي، ۽ اهو مهراڻ اڪيڊمي جي طرفان ڇپجي چڪو آهي.)

٩. بناء الاسلام (عقيدن بابت سنڌي ۾ ٥-ذوالحج ١١٤٣هه ۾ لکيو ويو.)

١٠. تحفة التائبين (هن ۾ توبهه ڪرڻ جي سلسلي ۾ دعائون ڏنيون ويون آهن.)

١١. قصيده جيميه (هي قصيدو نبي ڪريم ﷺ جي ثنا ۽ صفت ۾ آهي. جيئن ته هن ۾ /ج/ قافيو ڪتب آندل آهي، انهيءَ ڪري قصيده "جيميه" جي نالي سان مشهور آهي.

انهن کانسواءِ ٽنهي ٻولين ۾ ٻيا به ڪيترائي ڪتاب لکيائين. ڪن ڪتابن تي تنقيدي ڪتاب ۽ رسالا لکيائين، ڪن ڪتابن جي جواب ۾ ڪتاب لکيائين، ۽ وقت ۽ حال سارو پيدا ٿيندڙ معاملن ۽ مسئلن بابت به ڪتاب لکيائين. مخدوم محمد حيات سنڌي سندس ڪتاب تي تنقيد ڪئي، ته ان جو عالمانه ۽ محققانه جواب لکيائين. مخدوم محمد معين جي ڪتاب" ڪشف الخط عمايحل ويحرم من النوح والبڪاء" (هن ۾ مخدوم محمد معين امام حسين رضه جي شهادت تي روئڻ ۽ نوح ڪرڻ جائز ٺهرائيو آهي) جي رد ۾ ڪتاب لکيائين. مخدوم ابوالحسن ٺٽوي جي سنڌي ڪتاب مقدمة الصلواة (ابوالحسن جي سنڌي) تي تنقيد ڪندي "رد اصلاح مقدمة الصلواة" نالي ڪتاب فارسي زبان ۾ لکيائين، جنهن ۾ "مقدمة الصلواة" جي ڪيترن جاين تي اصلاح ڪئي ويئي آهي. مخدوم قائم ٺٽوي ان جي جواب ۾ عربي زبان ۾ "رد اصلاح مقدمة الصلواة" نالي

ڪتاب لکيو. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي وري ان جي جواب ۾ "الشفاء الدائم عن اعتراض القائم" نالي تنقيدي ڪتاب لکيو! پر هن ڪتاب جي لکجڻ کان اڳ ۾ مخدوم قائم وفات ڪري ويو هو.

ان زماني ۾ عبدالرؤف نالي هڪ افغان هڪ ڪتاب لکيو، جنهن ۾ سنڌ جي ندا ڪيائين. مخدوم صاحب، محب وطن سنڌي بزرگ هو ۽ کيس سنڌ سان تمام گهڻي محبت هئي. هو عبدالرؤف افغان جي ڳالا تي تڙپي اٿيو، ۽ ان جي رد ۾ "مدح نامہ سنڌ" جي نالي سان فارسي زبان ۾ طويل نظم لکيائين. جنهن ۾ افغان جي بدگوئيءَ جو جواب ڏنائين ۽ سنڌ جي خوبين ۽ خصوصيتن جي ساراه ڪيائين. هڪ هنڌ مخدوم صاحب کيس جواب ڏيندي چوي ٿو:

"جيڪڏهن هن ملڪ (سنڌ) ۾ (تنهنجي چوڻ مطابق) دنيا بالڪل نہ آهي، تہ اوهان هتي (سنڌ ۾) واپار ڪرڻ لاءِ ڇو ٿا اچو؟ ۽ اوهان ڪي هتان بچت ٿئي ٿي، نہ ٻي ملڪ مان. ملڪ ۾ مسڪيني هوندي بہ هن ملڪ جا ماڻهو دنيا ڪمائڻ لاءِ ٻئي ولايت ۾ نہ ٿا وڃن ۽ افغان هتي (سنڌ ۾) گهڻو پريشان، دربدر، مٽي ۾ مٽي پيل، ڦرندا ۽ مزدوري ڪندا وتندا آهن ۽ ٻين ملڪن جا ماڻهو بہ (سنڌ ۾) گهٽ آهن."(١)

## عشق رسول:

مخدومَ صاحب وڏو عاشقِ رسول هو. هن عربي، فارسي ۽ سنڌي زبانن ۾ نظم توڙي نثر ۾ دل جي گهرائين مان ثنا ۽ صفت بيان ڪئي آهي. سندن معجزا بيان ڪيا آهن ۽ سيرت پاڪ لکي آهي. اهڙن ڪتابن مان ڪجهہ ڪتابن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

عربي: بذل القوه في حوادث سني النبوه، الباقيات الصالحات في الذكر الازواج الطاهرات، تحفة المسلمين في تقدير امهات المومنين، زاد السفينة في اساس المدينة، فتح القومي في نسب آباء النبي ،فيض الغني في

---

(١) مخدوم محمد هاشم ٺٽوي: مدح نامہ سنڌ، سنڌي ترجمو: مولانا محمد ادريس ڏاهري، اداره خدمت القرآن والسنة شاهپور جهانيا(ضلعو نوشهرو فيروز)، ١٤١١هہ، ص ٥٧.

تقدير صاع النبي، وسيلة الفقير الىٰ سماء البشير والنذير ۽ ٻيا .

فارسي: النفـهـات البـاهـرة (هن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ، حضـرت علي كرم الله وجهه، حضرت بي بي فاطمة الزهرىٰ، حضرت امام حسن ۽ امام حسين رضي الله تعالىٰ عنهما جون فضيلتون بيان ڪيون ويون آهن، ۽ ڄاڻايو ويو آهي تہ انهن لاءِ "پنج تن پاڪ" لفظ ڪتب آڻڻ بالڪل جائز آهي) ۽ ٻيا.

سنڌي: قـوت العـاشـقين، (مـعـجزن بابت)، رسـالہ في ذڪـر افضل ڪيفيات الصلواة علىٰ النبي ﷺ ۽ ٻيا.

رحمة للعالمين جا بہ متس پلايون ۽ پال هئا. ان جو مثال اهو آهي، جو جڏهن مخدوم صاحب سرور عالم، ڪائنات جي ڪارڻي، اشرف الانبيا ﷺ جي روضي اقدس تي حاضري ڏني ۽ سلام عرض رڪيو، تہ حيات النبي ﷺ طرفان ڪيس سلام جو جواب مليو. جيئن تہ محمد هاشم جي نالي سان ٻيا ماڻهو بہ روضي اطهر ۾ موجود هئا! انهيءَ ڪري مخدوم صاحب جو پورو نالو ڪٺي فرمايو ويو، تہ ٺٽي آئين محمد هاشم ٺٽي وارا."

## قوت العاشقين: (١)

نبي ڪريم ﷺ جي معجزن بابت هي ڪتاب سنڌي زبان ۾ مفصل ڪتاب آهي؛ جنهن ۾ پاڻ سڳورن جي سيرت پاڪ جي لاڳيتن واقعن سان تعلق رکندڙ معجزا سلسليوار بيان ڪيا ويا آهن. ڪتاب سنڌي زبان جي قديم نظم جي سٽا ۾ آهي، جنهن ۾ اڪثر الف اشباع جو قافيو هر سٽ جي آخر ۾ آندو ويندو آهي. البت ڪٿي ڪٿي ڏڳها بيت /ج/ ./ ن/ ۽/ر/ جي صحيح قافيہ سان بہ آيل آهن. ڪتاب جي آخر ۾ مخدوم صاحب پاڻ ڄاڻايو آهي، تہ هن هي ڪتـاب ١١٢٧ هـ (١٦١٨ع) ۾ لکي پورو ڪيو.

ڪتاب جي منڍ ۾ رحمة للعالمين جي ثنا ۽ صفت بيان ڪئي وئي

(١) مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جو ڪتاب، بحوالہ مدح نامہ سنڌ، سنڌي ترجمو، مهاڳ ص ٣٦.

آهي ۽ ان ڪانپوءِ خلفاء راشدين، اصحابہ ڪرام، امام حسن ۽ امام حسين رضي الله تعاليٰ عنهما جي ساراهہ ڪئي وئي آهي. ثنا ۽ صفت جو بہ نرالو انداز آهي. پهريائين عربي شعر ڏئي، ان جي پويان انهيءَ شعر جي سنڌي ۾ شرح نهايت وضاحت ۽ تفصيل سان بيان ڪئي ويئي آهي. نظمي سٽا ۾ الف اشباع جي قافيہ سان گڏ /ن/ء /ر/ جا صحيح قافيا بہ آندا ويا آهن. هتي راقم الحروف ڪتاب جو هي حصو اصلي صورت ۾ سوڌي ۽ سنواري ڏنو آهي، تہ جيئن شعر جو رس رچاءُ، دلڪشي ۽ تاثير برقرار رهي. ان ڪان سواءِ راقم الحروف طرفان قرآن شريف جي آيتن جي معنيٰ متن ۾ آيل قرآن شريف جي آيتن سان گڏ ڏني ويئي آهي؛ ۽ سورة جو نالو نمبر بہ ڄاڻايو آهي. هيٺ حاشيءَ ۾ انهن سنڌي ،عربي ۽ فارسي لفظن، فقرن ۽ اصطلاحن جي معنيٰ ڏني ويئي آهي، جيڪي عام ماڻهوءَ لاءِ ڏکيا آهن.

ثنا ۽ ساراه ڪان پوءِ اصل ڪتاب شروع ٿئي ٿو، جيڪو ڇهن قسمن ۾ ورهايل آهي، پهرين ڀاڱي ۾ اهي معجزا آهن، جيڪي پاڻ سڳورن جي ولادت ڪان اڳ پاڻ ڪريم جي طفيل ظهور ۾ آيا. ٻي ڀاڱي ۾ اهي معجزا آهن، جيڪي پاڻ سڳورن جي ولادت باسعادت ڪانپوءِ ظاهر ٿيا. ٽين ڀاڱي ۾ انهن معجزن جو ذڪر آهي جيڪي رسالت جي اعلان ڪان پوءِ ظهور پذير ٿيا. چوٿين ڀاڱي ۾ انهن معجزن جو بيان آهي، جيڪي رحمة للعالمين جي وصال ڪانپوءِ سندن برڪت سبب وقوع پذير ٿيا. ڪل هڪ سؤ سٺ معجزا بيان ٿيل آهن؛ پر مخدوم صاحب ڪتاب جي آخر ۾ ڄاڻايو آهي، تہ ڪٿي ڪٿي بہ ٽي معجزا گڏي آندا ويا آهن. انهيءَ لحاظ ڪان جيڪڏهن ڳاڻيٽو ڪيو ويندو، تہ هڪ سؤ معجزا ٿيندا.

اهي سمورا معجزا قديم نظمي سٽا ۾ آهن ۽ انهن جي صورتخطي بہ قديم نوعيت جي آهي. ان ڪان سواءِ سنڌي ٻولي بہ قديم آهي، ۽ لاڙ جي محاوري مطابق آهي. انهيءَ ڪري موجوده دور ۾ عام ماڻهو هن ڪتاب مان پورو فائدو حاصل ڪري نہ ٿو سگهي. انهيءَ ڳالهہ کي نظر ۾ رکي راقم الحروف انهن معجزن کي موجوده معياري سنڌي نثر ۾ آندو آهي، تہ

جيئن عام ۽ خاص ماڻهو پڙهي سمجهي، روحاني ۽ علمي فائدو حاصل ڪري؛ ۽ ٻنهي جهانن جي سردار جي محبت پنهنجي دل ۾ جاءِ گزين ڪري، دنيا ۽ آخرت جون ڀلايون حاصل ڪري. دعا آهي تہ الله تعاليٰ پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ جي طفيل هن ڪي عام مقبوليت بخشي.

## معجزن جا ماخذ:

معجزن جي بيان ڪان اڳ ۾ مخدوم صاحب ماخذن جا نالا ڏنا آهن، جن تان هن معجزا ورتا آهن، اهي هي آهن:

(۱) مشڪواة شريف (۲) مواهب اللدنيہ (۳) ڪتاب شفا (۴) سيرت گازروني (۵) سيرت شامي (٦) سيرت حلبي (۷) روضة الصفا.

ائين بہ لکيو اٿس، تہ انهن ڪانسواءِ ٻيا ڪتاب بہ سندس سامهون رهيا آهن. انهن "ٻين ڪتابن" مان ڪن جا نالا متن ۾ ڏيئي ، انهن جي حوالي سان معجزا بيان ڪيا اٿس.

اهي هي آهن:

(۱) شرح مسلم (۲) شرح شمائل نبوي (۳) علامہ سيوطي جو "الاتقان" (۴) بيان السنة (۵) شرح مواهب اللدنيہ (٦) اسد الغابہ في معرفة الصحابہ (۷) صوائق (۸) حياة الحيوان.

انهن سڀني ڪتابن جو تعارف آخر ۾ "واڌارا" جي عنوان هيٺ راقم الحروف جي طرفان ڏنو ويو آهي. انهن ڪان سواءِ حديث جي ٻين ڪتابن جهڙوڪ: صحيح بخاري، صحيح مسلم وغيره ۾ بہ معجزن جو بيان ملي ٿو. ٻين ڪتابن ۾ بہ معجزن جو احوال ملي ٿو، جن مان ڪجهہ نالا هيٺ ڏجن ٿا:

(۱) محمد بن اسحاق بن يسار بن خيار (۸۵ هہ- ۱۵۱ هہ) پهريون سيرت نگار آهي، جنهن غزوات بابت ڪتاب مرتب ڪيو. سندس ڪتاب" ڪتاب المغازي والسير" يا " ڪتاب السيرة والمبتدا والمغازي" يا " ڪتاب المغازي" جي نالي سان مشهور آهي. هن ڪتاب جو وڏو حصو ابن هشام پنهنجي ڪتاب" سيرت رسول الله" ۾ محفوظ ڪيو آهي.

(۲) ابو محمد عبدالملڪ بن هشام بن ابو ايوب الحميري (متوفي ۲۱۳

هہ يا ٢١٨ هہ) جو مشهور ڪتاب "سيرت رسول الله."
(٣) ابو عبدالله محمد بن عمر الواقدي (١٣٠ هہ- ٢٠٧هہ) جا ڪتاب "التاريخ والمغازي والمبعث ازدواج النبي" ۽ وفات النبي.
(۴) محمد بن سعد منبع الزهري (١٦٨هہ- ٢٣٠هہ) جو طبقات ابن سعد، جلد اول
(۵) ابن قتيبہ (المتوفي ٢٧٦هہ) جو "دلائل النبوة"
(٦) ابو اسحاق حربي جو "دلائل النبوة"
(٧) ابو سعيد عبدالرحمان بن حسن اصفهاني جو "شرف المصطفيٰ"
(٨) ابو جعفر بن جرير طبري(٣١٠هہ) جو "تاريخ و تفسير"
(٩) يحيٰي بن عاعذ جو"مولو"
(١٠) جعفر ابن محمد مستغفري (متوفي ٧٣٢هہ) جو "دلائل النبوه"
(١١) ابو القاسم اسماعيل اصفهاني (المتوفي ۵٣۵هہ) جو دلائل النبوه
(١٢) ابن عساڪر (متوفي ۵٧١هہ) جو "تاريخ دمشق"
(١٣) ابونعيم اصفهاني (المتوفي ۴٣٠هہ) جو "ڪتاب الدلائل"
(١۴) امام بيهقي (وفات ۵٣٠هہ) جو ڪتاب "ڪتاب الدلائل."(١)
(١۵) امام جلال الدين سيوطيءَ جو ڪتاب" خصائص الڪبريٰ". معجزن بابت هي ڪتاب سيني کان اهم سمجهيو ويندو آهي. مصنف، مٿي ذڪر ڪيل ڪتابن مان مواد اخذ ڪيو آهي. انهن کان سواءِ ٻين ڪتابن تان مواد بہ ورتو اٿس. معلوم ٿئي ٿو، تہ مخدوم صاحب ٻين ڪتابن سان گڏ هن ڪتاب مان بہ روايتون ورتيون آهن.
(١٦) امام حافظ ابن حزم ظاهري اندلسي (وفات ۴۵٦هہ) جو ڪتاب "جوامع السيرة". ظاهري مذهب وارا ان دور جا اهلِ حديث هئا.

## معجزه جي تعريف:

هي اصل ۾ عربي لفظ "معجزة" آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: اهڙي اڻ ٿيڻي ڳالهہ جيڪا نبيءَ جي نبوت سبب ٿي پوي."تمهيد ابو مشڪور سالمي"، جيڪو عقائد بابت مستند ڪتاب آهي؛ ۾ معجزي جي تشريح

---

(١) سيد سليمان ندوي،سيرت النبوي، جلد ٣،ص ٧۴۴ کان ٧۴۵

هن طرح بيان ڪئي ويئي آهي:

"معجزي جي تعريف هي آهي، ته سوال ۽ دعويٰ ڪرڻ ڪانپوء ڪا اهڙي اڻ ٿيڻي شيء ظاهر ٿئي، جيڪا هر حيثيت سان محال هجي ۽ ماڻهو ڪوشش ۽ تدبير جي باوجود ان قسم جي معاملن ۾ پورو فهم ۽ بصيرت رکندي به ان جي مقابلي کان عاجز ٿي وڃن."

امام رازي"تفسير ڪبير" ۾ لکيو آهي:

"جهڙيء طرح رسولن جي بعثت خدا جي صفت "ملوڪيت" جي تقاضا آهي، اهڙيء طرح رسولن جا معجزات ان جي قدرت جي تقاضا آهن. جيڪو ماڻهو رسولن جي معجزن جو قائل نه آهي، اهو حقيقت ۾ الله تعاليٰ جي صفت "قدرت" جو قائل نه آهي."

جديد دور جو مشهور عالم شيخ محمد عبده پنهنجي تفسير"المنار" ۾ معجزي بابت لکي ٿو:

"معجزي بابت سڀ کان وڏيڪ مشهور ۽ تحقيقي ڳالهه اها آهي، ته الله تعاليٰ ان کي پنهنجي عام نظام جي برخلاف فقط پنهنجي قدرت سان ظاهر ڪندو آهي: انهيء لاء ته جيئن هيء ڳالهه ثابت ڪري ته طبعي حالتون سندس حڪم هيٺ آهن ۽ نه هو انهن جو محڪوم آهي. هو جهڙيء طرح گهري، اهڙيء طرح انهن ۾ تصرف ڪري سگهي ٿو."

معجزا فقط نبيء جو شان آهن. نبوت جي ڪوڙي دعويٰ ڪندڙ کان ڪڏهن به معجزو صادر نه ٿيندو. شرح عقائد جي شرح"بنراس" ۾ علامه عبدالعزيز پرهاروي لکي ٿو:

"نبوت جي ڪوڙي دعويٰ ڪندڙ کان ڪڏهن به خارق عادت ظاهر نه ٿيندي آهي. جيڪڏهن کي اڻ ٿيڻيون ڳالهيون ٿينديون به آهن، ته اهي ان جي دعويٰ جي ابتڙ ٿينديون آهن. جيئن مسيلمه ڪذاب (ڪوڙي نبي) هڪ ڪاڻي شخص کي دعا ڪئي، ته بجاء ڪاڻي اک ٺيڪ ٿيڻ جي سندس ٻي اک به هلي ويئي ۽ هو انڌو ٿي پيو: هڪ مٺي پاڻيء جي کوهه ۾ ٿڪ اڇلايائين، ته کوهه کارو ٿي ويو."

هن ڪتاب "قوت العاشقين" ۾ به مسيلمه ڪذاب ۽ ڪاڻي اک واري جو واقعو آيل آهي.

علامہ ابن ڪثير دمشقي پنهنجي ڪتاب" البدايہ والنهايہ " [1] ۾ لکيو آهي، تہ معجزن جا ٻہ قسم آهن: (١) معنوي معجزات (٢) حِسي معجزات.

**(١) معنوي معجزات:** هن مان مطلب آهي: نبيءَ جي سيرت جا اخلاقي قدر ۽ نفساني قدرت. اهي خوبيون ۽ خصوصيتون ڪسبي نہ هونديون آهن؛ پر وهبي هونديون آهن، يعني ڪوشش ۽ انساني تعليم تربيت ۽ تعليم ذريعي حاصل نہ ٿينديون آهن، پر الله‌تعاليٰ جي عطا، عنايت ۽ بخشش هوندي آهي. انهن خوبين ۽ خصوصيتن ۾ صداقت، عدالت، امانت، ديانت، شجاعت، صبر و استقلال ۽ بي مثل فهم و فراست اچي وڃن ٿا. اهي خوبيون ۽ گڻ جيتوڻيڪ ٻين انسانن ۾ بہ ٿين ٿا؛ پر عام انسان کان ڪميون ڪوتاهيون ٿيو وڃن . عام انسانن جي برخلاف نبي ڪريم ﷺ جن جي سيرت جون خوبيون ۽ خصوصيتون هر لحاظ کان ڪامل اڪمل ۽ هر قسم جي ڪمي ڪوتاهي کان بلڪل پاڪ آهن. اهي بي مثل آهن، ۽ ڪوبہ انهن ۾ سندن جوڙ جيس ڪونهي. پاڻ سڳورا اخلاق جي ان اعليٰ مرتبي تي فائز هئا، جنهن تائين ٻيو ڪو بہ پهچي نہ ٿو سگهي. اهو خود معجزو آهي. قرآن حڪيم ۾ الله تعاليٰ ٻنهي جهانن جي سردار کي فرمايو آهي، تہ اوهان پنهنجي سچائي لاءِ پنهنجي ذات ۽ ڪردار دليل طور پيش ڪريو:

فَقَدۡ لَبِثۡتُ فِيكُمۡ عُمُرًا مِّن قَبۡلِهِ ۚ أَفَلَا تَعۡقِلُونَ. (يونس -١٦)

(بيشڪ آءٌ اوهان ۾ هن کان اڳ (سڄي) چمار رهيس - پوءِ ڇو نہ ٿا سمجهو.)

---

(١) اسماعيل بن عمر عماد الدين ابوالفراء ابن الخطيب القرشي البصري الشافعي (ولادت ١٣٠١ع ۽ وفات ١٣٧٣ع) جو هي ڪتاب دنيا جي تاريخ آهي، جنهن ۾ دنيا جي ابتدا کان سندس زماني تائين جي تاريخ بيان ڪئي ويئي آهي. هن قرآن شريف جو تفسير بہ لکيو ۽ حديثون بہ جمع ڪيون.

(اردو دائره معارف اسلاميہ، پنجاب يونيورسٽي لاهور، جلد ١،سال ١٩١٤ع، ص ٦٥۴)

۲. حسي معجزات: هي معجزا ئي اصل ۾ فيصلہ ڪن معجزا آهن. يعني اهي ظاهر، کلم کلا معجزا، جنهن جي هر شخص کي خبر پئجي وڃي؛ جيئن لٺ جو اژدها ٿي وڃڻ، ڪوڙهہ واري مريض جو خوش چڱو ڀلو ٿي وڃڻ، چنڊ جو چيرجڻ ، آڱرين مان پاڻيءَ جي چشمي جو وهڻ. اهي معجزا هئا، جن کان عام ماڻهو تمام گهڻا متاثر ٿيا.

معجزن بابت ماضي قريب ۽ موجوده دور جي ڪن عالمن جا مختلف رايا آهن:

(۱) ڪن عالمن معجزن کان ئي انڪار ڪيو آهي. ان جو سبب اهو آهي، جو هو ماده پرستي تي حد کان وڌيڪ ايمان رکندا هئا. هنن ايئن ٿي سمجهيو تہ دنيا ۾ جيڪي ڪجهہ ٿي رهيو آهي، اهو مادي جي حرڪت جي ڪري ئي آهي. ان کان سواءِ هو غير مسلمن جي انساني تحقيق کان مرعوب هئا. اهوئي سبب آهي، جو هنن قرآن حڪيم ۾ بيان ٿيل واضح معجزن جون بہ عجيب و غريب تاويلون ڪيون. نہ فقط ايترو، پر هنن مان ڪن حضرت عيسىٰ جي وفات جو اقرار ڪيو؛ جنهن ڪري انهن جي تحريرن مان ڪوڙي نبيءَ جي پوئلڳن قاديانين فائدو ورتو.

(۲) ٻيا عالم اهي آهن، جن معجزن جو انڪار تہ نہ ڪيو؛ پر معجزن جو تحقيقي جائزو وٺڻ وقت هنن عقل ۽ تحقيقي انداز کي وڌيڪ دخل ڏنو. جنهن ڪري ڪن معجزن جي روايتن کي ضعيف ٺهرائي، انهن جو انڪار ڪيو. هنن جو خيال آهي، تہ ڪن ليکڪن هر قسم جي راوين کان هر قسم جون روايتون سواءِ جانچ پڙتال جي اخذ ڪيون ۽ پنهنجن ڪتابن ۾ گڏ ڪيون. مخدوم صاحب، محدث هو، ۽ حديث جي فن تي عبور رکندو هو. ان هوندي بہ هن عقل ۽ درايت کي دخل نہ ڏنو آهي. هو ٻنهي جهانن جي سردار جي عشق ۾ سرشار آهي. هوئن بہ عشق جي حد اتان شروع ٿئي ٿي، جتي عقل جي حد ختم ٿئي ٿي. هن عشق واري ڪيفيت ۾ هي ڪتاب لکيو آهي، ۽ سواءِ ڇنڊ ڇاڻ جي انهن سيني روايتن کي قبول ڪيو آهي، جيڪي معجزن بابت مٿي ذڪر ڪيل

ڪتابن مان ڪنهن ۾ به ڪيس مليون آهن. اسان به روايت ۽ درايت جي بحث ۾ پوڻ ڪونه ٿا گهرون. جنهن جذبي وچان معجزا لکيا ويا آهن، انهيءَ ئي جذبي تحت سندس بيان ڪيل معجزن کي نثر ۾ آندو ويو آهي.

ڪتاب کي هن انداز ۾ پيش ڪرڻ جو مطلب هي آهي، ته جيئن پڙهندڙن جي دلين ۾ رسول الله ﷺ جي محبت جو جذبو پيدا ٿئي؛ ڇاڪاڻ ته اهو جذبو ئي ايمان جي نشاني آهي. انهيءَ جذبي سان ئي ايمان پختو ٿئي ٿو، اسلام جي حقانيت پوري طرح سامهون اچي ٿي، رسول اڪرم جي ڪامل اڪمل سيرت پوري ڪمال ۽ جمال سان ٻاجهه ڀري صورت ۾ ظاهر ٿئي ٿي، ۽ انسان کي پورو يقين ٿئي ٿو، ته فقط اها هستي ئي آهي، جنهن جي پيروي ڪجي، جنهن سان ناتو ڳنڍجي، ۽ جنهن جي لڙهه لڳي، زندگيءَ جي اعليٰ مقصد ڪان آگاهي حاصل ڪجي. دعا آهي ته الله تعاليٰ اسان کي اهڙي توفيق ڏئي، جيئن پاڻ ڪريم جن جي پيروي ڪري دنيا ۽ آخرت سنواريون.

## قوت العاشقين جو هي ڇاپو

هن ايڊيشن جو مواد ۽ مضمون بيان ساڳيو آهي. البت ساڳي مواد کي پيش ڪرڻ جو انداز نئون آهي. عام ماڻهن جي سولائيءَ سان پڙهڻ جي خيال کان معجزن جي بيان واري نظمي سٽا کي بدلائي موجوده سليس نثر ۾ آندو ويو آهي. نئين طرح ڪتاب مرتب ڪندي ۽ ان کي سنڌي نثري صورت ڏيندي، قوت العاشقين جا هي ٻه نسخا(هڪ قلمي ۽ هڪ ڇاپي)سامهون رهيا:

(الف) قلمي نسخو: هي نسخو ڊيمي سائيز جي ۴۶۰ صفحن تي مشتمل آهي، ۽ هرصفحي ۾ گهٽ کري چوڏهن سٽون آهن. هي قلمي نسخو "احمد" نالي ڪاتب رجب ۱۱۸۵هه (۱۷۷۱ع) ۾ ڪتابت ڪيو. ڪتاب انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي لائبريري جي قلمي نسخن واري حصي ۾ موجود آهي. هڪ صفحي جو عڪس هتي ڏنو پيو وڃي، جيئن قديم صورتخطي ۽ ٻوليءَ جو اندازو ٿئي. نمونو هت به ڏجي ٿو:

تان فرمايو رسول رب جي ﷺ مشفق مهر ملا
تہ جيڪو ڪافر شرط ڪئو سو ڪرھو قبولا
ما نَ ڇٽي حضرت سلمان ڪيھر دشمن جي ھٿا
پسو انھي باجھ نبي ڪي ﷺ عالم اماما
رحمت ڪي رسول جي ڪنڌي مور نڪا
تڏھہ حضرت صديق ڏنا درھم يھودي ڪي سوره سا پورا
پن نھال ڳرايا تارِينِ جا سچي محمدا ﷺ
سي آئي يھوديءَ ھيڪاندا ڪٿا، تربسا نھا لنجا
ھلئو تِھجي باغ ڏوه نرمل نور ھدا ﷺ

**ٻوليءَ صورتخطي جو جائزو:** /ٿ/، /ڏ/، /ڇ/، /پ/ءِ/ق/ ساڳي نموني لکيا ويا آھن، جيئن موجوده صورتخطي ۾ لکجن پيا. / ي/ ڪي ڪٿي نقطا ڏنا ويا آھن، تہ ڪٿي نہ /ا/ جو اچار ھيئان ايي ليڪ /T/ ڏئي ظاھر ڪيو ويو آھي. البت ھيٺيان حرف ھن طرح لکيا ويا آھن:
* /ڙ/ ڪي /ر/ * /جھ/ ڪي /ج/
*/ڌ/ ڪي /ڏ/ ڪري لکيو ويو آھي؛ (يعني /د/ جي مٿان ٻہ نقطا ڏئي، ٽيون نقطو انھن جي مٿان ڏنو ويو آھي) */ڳ/ ڪي /ڪ/* /ک/ڪي / ڪ/*/ڄ/ ڪي /ج/ */ڪ/ڪي /ک/ * /ڻ/ڪي /ن/ ڪري لکيو ويو آھي. / گھ/ڪي /ک/ ڪري لکيو ويو آھي. /ٽ/ ڪي /ت/ ، /ڀ/ڪي /ب/ ڪري لکيو ويو آھي. */اون/ جي بدران ٻہ پيش/ٗ/ ۽ /اين/ جي بدران ٻہ زيريون /ٍ/ ڏنيون ويئون آھن.
"املا" جي لحاظ کان ڏٺو وڃي، تہ گھڻي قدر ٻہ لفظ ملائي لکيا ويا آھن، جھڙوڪ:
."تہ جيڪو" ڪي "تجيڪو" *"نھالن جا" ڪي "نھالنجا" ڪري لکيو ويو آھي. ان کان سواءِ نون غني جو استعمال بہ گھڻ آھي. لاڙ جي محاوري جون لساني خصوصيتون بہ ھت واضح آھن. مثلاً:

| معياري محاورو | مخدوم صاحب وارو لاڙي محاورو | معياري محاورو | مخدوم صاحب جو لاڙي محاورو |
|---|---|---|---|
| تَنهنِ | ته | ڏانهن | ڏوهہ |
| ڪنهن | ڪہ | ڏيوم | ڏهوم |
| جڏهن | جڏَهہ | ڪيو | ڪئو |
| تنهن جي | تهَجي | مون | مُن |
| تڏهن | تڏهہ | چوَنسِ | چُونسِ |
| هليو | هلئو | | |

سنڌي زبان جي لاڙي محاوري جا بہ ڪيترائي لفظ ڪتب آندل آهن، جهڙوڪ:

*نِهال (ڪجين جون جهتون) تمر= ڪارڪون * ملا= ڪان * سيرا= وڏي ماتا. ٻيا بہ ڪيترائي لفظ آهن، جن جي معنيٰ اوهان کي هن ڪتاب جي شروع واري حصي جي حاشيءَ ۾ ملندي. انهن خاصيتن ڪان سواءِ ڪٿي ڪٿي، فقرن ۾ سٽن جي نحوي جوڙجڪ بہ نرالي آهي. ان سلسلي ۾هڪ سٽ جي معنيٰ نموني طور ڏجي ٿي:

"اچي نندا ئي ڏينهن ۾، سيرا مون لنگهيا."

(هتي "نندا ئي ڏينهن" جي معنيٰ ٿيندي: ننڍپڻ ۾ "سيرا مُن لنگهيا" جي معنيٰ ٿيندي: مون کي وڏي ماتا نڪتي.)

**(ب) مسلم ادبي سوسائٽي جو ڇپايل:** هن ڇاپي ۾ اصل ڪتاب کي هوبهو، موجوده صورتخطي ۾ ڇاپيو ويو آهي. البت ڪٿي ڪٿي پڙهڻي پوري نہ بيهاري وئي آهي، ڇاڪاڻ جو پراڻي صورتخطي پڙهڻ بہ ڏکيو ڪم ٿي پيو آهي.

**قدامت جي لحاظ کان قوت العاشقين جي اهميت:** برصغير پاڪ وهند جي ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾ قوت العاشقين کان اڳ ۾ معجزن بابت ڪو

ٻه ڪتاب نہ ڇپيو آهي. اردو زبان ۾ معجزن جو پهريون باقائده ڪتاب مولانا مفتي عنايت الله جو "الكلام المبين في آيت رحمة للعالمين" آهي. جيڪو قديم اردو نثر ۾ ١٣٦٩هه (١٩٤٩ع) ۾ لکيو ويو.(١) ان کان اڳ ۾ اردو جي ميلادنامن يا مولود نامن ۾ معجزا بيان ٿيل ملن ٿا. اهڙي نوعيت جو پهريون مولود نامو، "انوار رسول" جي نالي سان غفار شاهه قادري جو لکيل بنگلور مان ١٨٥٨ع ۾ ڇپيو.(٢)

سنڌي زبان ۾ ٻه ڪيترن ئي عالمن ۽ شاعرن مخدوم صاحب جي تتبع ۾ ڪيترائي معجزا منظوم ڪيا؛ پر مخدوم صاحب کان سواءِ ڪنهن ٻه شاعر توڙي عالم سنڌي ۾ سلسليوار معجزا هڪ ڪتاب ۾ منظوم نہ ڪيا آهن. قدامت جي لحاظ کان ٻه مخدوم صاحب جي هن ڪتاب کي برصغير پاڪ و هند ۾ اوليت جو شرف حاصل آهي. تيرهين صدي هجري ۾ هڪ ٻئي سنڌي عالم ۽ عاشق رسول مخدوم محمد صالح وزير آبادي (وفات ١٢٦٨هه = ١٨٥١ع) فارسي نظم ۾ پاڻ ڪريم جن جا معجزا سلسليوار بيان ڪيا آهن. ان کانسواءِ هن فارسي ۾ نعتيہ ديوان ٻه لکيو آهي. هو شڪارپور ضلعي جي ڳوٺ وزير آباد (تعلقو لکي) جو ويٺل هو.

قوت العاشقين کي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ مقبوليت حاصل ٿي ۽ ڏاڍي ذوق ۽ شوق سان پڙهيو ويو. هن کان پوءِ سنڌي زبان جي نظمي سٽا ۾ بيشمار معجزا لکيا ويا. معجزا منظوم ڪرڻ وارن مان سيد خير شاهه(ميرن جي دور جو عالم)؛ مل محمود پلي، پانڌي آريسر، رمضان واڍو، رمضان ڪنير، فقير محمد ماڇي، شاهه محمد ديڏڙ، غلام مهدي شاهه، عبدالله ڏکڻ، حمل فقير لغاري، ولڻ ولهاري، محمد حسن شيخ، حبيب الله، امام بخش ۽ لعل محمد جا نالا قابلِ ذڪر آهن.

---

(١) مولانا احمد سعيد دهلوي؛ معجزات رسول اڪرم، ڪراچي، ١٩٨٤ع ص ٣۽٤.

(٢) ڊاڪٽر انور محمود خالد؛ اردو نثر ۾ سيرت رسول، اقبال اڪيڊمي پاڪستان ، لاهور ١٩٨٩ع ص ٢٩٤.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

# رسول الله ﷺ جا معجزا

## معجزن جو پهريون قسم

هن ڀاڱي ۾ اهي معجزا بيان ڪيا وڃن ٿا، جيڪي پاڻ ڪريم ﷺ جي ولادت باسعادت کان اڳ ۾ ظهور ۾ آيا.

### پهريون معجزو

جڏهن سمورا عالَمَ اڃا ظاهر نه ٿيا هئا، تڏهن سڀ کان پهريائين الله تعاليٰ پنهنجي نور مان نبي ڪريم ﷺ جو نور خلقيو. سيرت گازرونيءَ ۾ آيو آهي، ته پاڻ سڳورن جو نور مبارڪ حضرت آدم جي تخليق کان ٻاهتر هزار ورهيه اڳ ظاهر ٿيو. ان کان پوءِ نبي ڪريم ﷺ جو نور حضرت آدم ع جي نرڙ ۾ پڌرو ٿيو. جڏهن حضرت بيبي حوا کي حمل ٿيو، ته اهو نور، بيبي حوا جي نرڙ ۾ ظاهر ٿيو. ان حمل مان جڏهن حضرت شيث عليه السلام تولد ٿيو، ته ان جي پيشانيءَ ۾ ان نور جي جوت جو جلوو ظاهر ٿيو.

اهڙيءَ طرح اهو نور مبارڪ، هڪ جي پيشانيءَ مان ٻي جي پيشانيءَ ۾ ظاهر ٿيندو رهيو. تان جو جناب عبدالمطلب جي پيشانيءَ ۾ ان جمال جو جلوو نمودار ٿيو. جڏهن جناب حضرت عبدالمطلب کي حضرت عبدالله نالي فرزند تولد ٿيو، ته اهو نور حضرت عبدالله جي نرڙ مبارڪ ۾ پنهنجو جلوو جمال ڏيکاريندو رهيو. آخر حضرت عبدالله مان اسان جو آقا رحمة للعالمين، سبب وجهِ ڪائنات، خاتم النبيين حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ تولد ٿيا؛ ۽ اهو نور پنهنجي پوري آب ۽ تاب، جوت ۽ جمال سان ظاهر ٿيو؛ جنهن ڪفر جي ڀاڻ اونداهه ۾ واحد جي وحدانيت جي روشني پکيڙي.

## ٻيو معجزو

الله تعاليٰ پنهنجي عرش جي ٿنڀن تي ۽ لوح محفوظ تي نبي ڪريم ﷺ جو اسم مبارڪ محمد ﷺ لکايو آهي. ان ڪانسواءِ بهشت جي جڳهن، دروازن، قبن، وڻن جي پنن، ماڙين ۽ انهن جي پردن تي به ٻنهي جهانن جي سردار جو اسم مبارڪ لکيل آهي. سدرة المنتهيٰ تي به الله تعاليٰ پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ جو اسم مبارڪ لکرايو آهي. ملائڪن جي منهن ۾ سندن ٻن اکين جي وچ تي به پاڻ سڳورن جو نالو مبارڪ لکيل آهي. حضرت آدم ع جي ٻن ڪلهن جي وچ تي به پاڻ ڪريمن جن جو نالو مبارڪ لکيل هو. حضرت سليمان جي منڊيءَ ۽ حضرت موسيٰ جي عصا تي به پاڻ سڳورن جو اسم مبارڪ لکيل هو. قادر ڪريم، پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ سان ايڏا ته ڪرم ڪيا آهن، جن جو ڳاڻيٽو ئي ڪونهي.

## ٽيون معجزو

ٻنهي جهانن جي سردار امام الانبياء، نبي آخر زمان حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ کان اڳ ۾ جيڪي به نبي ٿي گذريا آهن، انهن سيني کان الله تعاليٰ اهو واعدو ورتو هو، ته ان وقت جڏهن ڪائنات جا ڪارٽي ظاهر ٿين ۽ اوهان مان ڪي جيئرا هجن يا اوهان جي امتن مان جيڪي ماڻهو موجود هجن، اهي سڀ رحمة للعالمين تي ايمان آڻين. منهنجو حبيب ڪريم ﷺ جيڪي فرمائي، اهو مڃجو، ۽ مٿن ايمان آڻجو. قرآن شريف جي هن آيت ۾ انهيءَ ڳالهه ڏانهن اشارو آهي:

وَاِذَا اَخَذَ اللهُ ميثاق النبيين لما آتيتكم من كتاب وحكمة ثم جائكم رسول مصدق لما معكم لتؤمنن به ولتنصر نه (آل عمران-٨١)

(۽ جڏهن الله (سيني) پيغمبرن کان انجام ورتو ته جيڪي ڪتاب ۽ حڪمت اوهان کي ڏيان، تنهن کان پوءِ جيڪو (علم) اوهان وٽ آهي، تنهن جو سچو ڪندڙ هڪ پيغمبر اوهان وٽ اچي ته کيس ضرور مڃجو ۽ کيس ضرور مدد ڏجو.)

اهوئي سبب آهي، جو سڀ ڪنهن نبيءَ، نبي آخر زمان ﷺ جون

بشارتون ڏنيون. انهن مان سيني پنهنجي امتن کي وصيت ڪئي، تہ اسان کانپوءِ نورالانبياء ﷺ ظاهر ٿيندو. اوهان مان جيڪڏهن ڪو ان زماني ۾ جيئرو هجي، اهو ان تي ايمان آڻي.

## چوٿون معجزو

ڪعبة الله ڏانهن هڪ ڪافر ابرهہ (١) نالي يمن مان لشڪر وٺي اهو ارادو ڪري نڪتو، تہ وڃي ٿو ڪعبة الله جي پٽين کي ڊاهيان. ان جي لشڪر ۾ ٦٠ هزار ماڻهو هئا؛ جن ۾ تيرهن هاٿي هئا. انهن مان هڪ هاٿيءَ جو نالو "محمود" هو، جيڪو وڏي طاقت وارو هو. اهو

---

(١) قرآن شريف ۾ "اصحاب الاخدود" جو ذڪر آيو آهي. هي اهي ايمان وارا عيسائي هئا، جيڪي توحيد تي قائم هئا. ان وقت نجران ۾ يهودي بادشاهہ "ذونواس" حڪمران هو. هن مٿن زور رکيو، تہ هو توحيد جو عقيدو ڇڏي، سندس مشرڪانہ ۽ ڪافرانہ مذهب قبول ڪن؛ پر هنن ائين ڪرڻ کان نابري واري، نتيجي ۾ هن کڏون کوٽائي، انهن ۾ باهہ ٻارائي، انهن سچو ايمان رکندڙ عيسائين کي باهہ ۾ اڇلائي ڇڏيو. اهو ئي سبب آهي، جو انهن سچن مومن کي قرآن حڪيم ۾"اصحاب الاخدود" جي لقب سان ياد ڪيو ويو آهي.

انهيءَ ظلم جو بدلو وٺڻ لاءِ حبش جي عيسائي بادشاه يمن تي حملو ڪري يهودي حڪومت جو خاتمو ڪيو، ۽ ٥٢٥ع ۾ ان سڄي علائقي تي عيسائي حڪومت قائم ڪئي.

انهيءَ لڙائيءَ ۾ قسطنطنيہ جي رومي حڪومت بہ حبشي حڪومت جو ساٿ ڏنو. عرب مؤرخن جي روايتن موجب ان عيسائي لشڪر جا ٻہ سپهہ سالار هئا. "ارياط" ۽"ابرهہ". انهن ٻنهي ۾ بہ ويڙهہ هلي. آخر "ابرهہ" کي ان علائقي جو گورنر بنايو ويو. طاقت حاصل ڪرڻ کان پوءِ "ابرهہ"خود مختار ٿي ويو.هن فقط نالي ماتر حبش جي بالادستي قبول ڪئي. طاقت حاصل ڪرڻ کان پوءِ هن عرب علائقن ۾ عيسائيت ڦهلائڻ لاءِ ڪوشش شروع ڪئي. انهيءَ مقصد لاءِ هن يمن جي گاديءَ جي هنڌ "صنعاء" ۾ هڪ وڏي ڪليسا تعمير ڪرائي. ان کان پوءِ هن عربن جو رخ ڪعبي کان ان ڪليسا ڏانهن ڦيرائڻ لاءِ ڪوشش شروع ڪئي.

لشڪر وٺي هو مڪي جي ٻاهران اچي نڪتو. اتي هن مڪي جي ماڻهن جو مال هنيون. انهن ۾ جناب عبدالمطلب جا ۲۰۰ اٺ به هئا. (۲) هن جناب عبدالمطلب کي گهرايو (۳) ڪيس چيائين، ته اسان کي توهان سان ڪو جهيڙو ڪونهي. اسان فقط ڪعبي کي ڊاهڻ لاءِ آيا آهيون. ان تي جناب عبدالمطلب ڪيس چيو ته اسان اوهان سان ويڙهه نه ڪنداسون. ڪعبي جو نگهبان پاڻ الله تعالىٰ آهي. اسان جي وس ۾ ڪونهي؛ اهوئي ان کي محفوظ رکندو. محمود هاٿي جناب عبدالمطلب جي نراڙ ۾ نبي ڪريم ﷺ جو نور ڏسي، سجدي ۾ ڪري پيو، ۽ ڪنڌ نوائي جناب عبدالمطلب کي سلام ڪيائين. نه فقط ايترو، پر چٽيءَ زبان سان جناب عبدالمطلب سان ڳالهائڻ لڳو، ۽ چوڻ لڳو: حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ تي اسان جا سلام هجن، جنهن جو نور اوهان جي منهن مبارڪ مان چمڪي ٿو . اهو اوهان جي پٽ مان پيدا ٿيندو. ان ڪان پوءِ جيئن ئي "ابرهه" جناب عبدالمطلب ڏانهن نهاريو، ته سندس نوراني چهرو ڏسي ڏاڍو عجب

---

ان ڪان پوءِ هو ۵۷۱ع ۾ ۶۰ هزار ۽ تيرهن هاٿين (ٻي روايت موجب ۹ هاٿين) سان ڪعبي تي چڙهائيءَ لاءِ هليو. واٽ تي ڪن عرب حڪمرانن سندس مقابلو ڪيو، پر شڪست کاڌائون. آخر هو مڪي شريف کان ٽن ڪوهن جي مفاصلي تي المغمَّس (يا المغمِس) نالي هنڌ تي پهتو. اتان هن ماڻهو موڪلي "اهل تهامه" ۽ قريشن جو ڪجهه مال قريو؛ جنهن ۾ حضور نبي ڪريم جي ڏاڏي جناب عبدالمطلب جا ٻه سؤ اٺ به هئا.

(۲) ڏنگيءَ ۾ آيل عبارت قوت العاشقين ۾ آيل ڪانهي. اها عبارت مخدوم صاحب جي تفسير هاشمي تان ورتي وئي آهي.

(۳) هڪ روايت ۾ ايئن به آيو آهي، ته "ابرهه" قريشن کي چوائي موڪليو ته مان (اوهان سان وڙهڻ نه آيو آهيان، پر ڪعبو ڊاهڻ آيو آهيان. ان لاءِ جيڪڏهن مهاڏو ڏيندؤ ته پوءِ اوهان کي جاني ۽ مالي نقصان رسائيندس. مڪي جي ماڻهن کي اهو به چوائي موڪليائين ، ته پنهنجو مک ماڻهو موڪليو، ته اچي مون سان ڳالهائي. روايتن موجب ان پيغام تي ۽ ان سان گڏ پنهنجو مال ڇڏائڻ لاءِ جناب عبدالمطلب ڏانهس ويو.

۾ پهچي ويو. انهيءَ نور ايئن ٿي تجلا ڏنا، جو چوڏهينءَ جي چنڊ جي روشني بہ ان جي آڏو هيچ هئي. ان تي ايڏي تہ هيبت ٿيس، جو بيهوش ٿي ڪري پيو ۽ رڙيون ڪرڻ لڳو. سندس دانهون ۽ ڪوڪون سيني ٻڌيون. اهي دانهون اهڙيون هيون، جيئن ڍڳو ڪسڻ وقت ڪندو آهي.

الله تعاليٰ ڪيس ۽ سندس لشڪر کي خوار خراب ڪيو. ان جي لشڪر کي ناس ڪرڻ لاءِ الله تعاليٰ ابابيل پکي موڪليا. قرآن حڪيم ۾ آيو آهي .

وارسل عليهم طيرًا ابابيل ترميهم بحجارة من سجيل (الفيل - ٣ ۽ ۴)

( ۽ ولر ولر پکي مٿن موڪليائين، جن پکيون پٿريون ڪين هنيون ٿي.) (١)

انهن پکين مان هرهڪ کي ٽي ٽي پٿريون هيون، جن مان ڪي چڻي جيڏيون تہ ڪي مهرن جيڏيون هيون، اهي پٿريون ڪين پيرن جي چنبي ۾ هيون ۽ هڪ چهنب ۾ هين. پکين، ڪافرن جي مٿان اهي پٿريون اڇلايون، پٿري انهن جي مٿي کي لڳي، جسم ۾ ٽنگ ڪري، هيٺان نڪرندي ٿي ويئي. اهڙيءَ طرح لشڪر جا سڀ ماڻهو خوار خراب ٿيا. ڪيترائي ماڻهو ۽ گهوڙا مري ويا. ڪي مئا، تہ ڪي وري دهشت کان وٺي ڀڳا. اهو ڏسي جناب عبدالمطلب سرهو ٿيو ۽ مڪي جا ماڻهو ڏاڍو خوش ٿيا. اهو نبي ڪريم ﷺ جو معجزو آهي.(٢)

---

(١) هي واقعو ۽ پاڻ سڳورن جو معجزو مخدوم صاحب تفسير هاشمي ۾ سورة"الفيل" جو تفسير لکندي، تفصيل سان بيان ڪيو آهي.

(٢) مخدوم صاحب تفسير هاشمي ۾ چاڻايو آهي تہ:

"الله تعالي نبي ڪريم ﷺ جي قريشن سان رعايت ڪئي. ... هي معجزو پاڻ سڳورن جي وڏن معجزن مان آهي، توڙي جو هي معجزو پاڻ ڪريم جن جي هن جهان ۾ اچڻ کان اڳ جو آهي. هي واقعو ان وقت ٿيو، جڏهن ٻنهي جهانن جا سردار اڃا تولد نہ ٿيا، پر هي انهن معجزن مان آهي، جيڪي پاڻ سڳورن جي ولادت کان اڳ ۾، پر سندن طفيل وقوع پذير ٿيا. البت ان تي عالمن ۾ اختلاف آهي، تہ انهيءَ واقعي ۽ پاڻ سڳورن جي ولادت جي وچم ڪيترو عرصو آهي. ڪن

## پنجون معجزو

حبيب ڪريم ﷺ جن جڏهن پنهنجي والده ماجده جي پيٽ ۾ سرجيا، تڏهن رجب جي ٻارهين تاريخ هئي ۽ جمعي جو ڏينهن هو. ان ڪان پوءِ نبي ڪريم ﷺ جو نور حضرت عبدالله مان ڦري، پاڻ سڳورن جي والده ماجده بي بي آمنه جي نرڙ مبارڪ ۾ نمودار ٿيو.

ڪتابن ۾ آيو آهي، ته جڏهن حضرت عبدالله ۽ حضرت بي بي آمنه جو اڃا مڱڻو ٿيل هو، ۽ شاديءَ ۾ اڃا هڪ ڏينهن هو؛ تڏهن حضرت عبدالله هڪ عربياڻي "فاطمه" نالي وٽان اچي لنگهيا. هو ڏاڍي شاهوڪار عورت هئي، ۽ تمام گهڻو مال متاع هوس. هن ڪتابن مان اها خبر پڙهي هئي، ته نبي آخر زمان پيدا ٿيندو، جيڪو ملڪن جو مالڪ ٿيندو. ان جو نالو محمد (ﷺ) هوندو. ان ڏينهن جڏهن حضرت عبدالله ان عورت وٽان اچي لنگهيو، ته هن ڪي اهو نور حضرت عبدالله جي نرڙ مبارڪ ۾ نظر آيو. اهو اُهاءُ (سوجهرو، تجلو) پسي، اها عورت حضرت عبدالله تي موهت ٿي پئي؛ ۽ ڳجهه ڳوهه ۾ حضرت عبدالله ڏانهن شاديءَ جو پيغام موڪليائين. شاديءَ جي پيغام ۾ چوائي موڪليائين ته حضرت عبدالله جيڪڏهن ساڻس شادي ڪندو، ته هوءَ سندس ٻانهي ۽ گولي ٿي گذاريندي.

انهيءَ ئي رات حضرت عبدالله جي شادي حضرت بيبي آمنه سان ٿي؛ بي بي ساڻڻ کي انهيءَ ئي رات حمل ٿيو، ۽ نبي ڪريم ﷺ جو نور بي بي ساڻڻ جي نراڙ ۾ منتقل ٿيو. ڏينهن جو جڏهن حضرت عبدالله ان عورت وٽان اچي لنگهيو ، ته ان سان ڳالهائڻ لڳو. ان عورت ڪيس چيو، ته هينئر اهو نور تنهنجي نرڙ ۾ نظر نه ٿو اچي. وڌيڪ چيائين ته، جنهن نور کي حاصل ڪرڻ لاءِ مون اوهان ڏانهن شاديءَ جو پيغام موڪليو

---

پنجاهه ته ڪن چاليهه سال ٻڌايو آهي؛ پر صحيح قول هي آهي، ته هي ٻئي واقعا هڪ ئي سال ۾ ٿيا." ( تفسير هاشمي ، نثري صورت، ص ٢٤٩) مخدوم صاحب جو قول تاريخي حقيقت جي روشني ۾ به صحيح آهي.

هو، اهو هينئر اوهان وٽ آهي ٿي ڪونہ؛ انهيءَ ڪري آءٌ پنهنجي آڇ واپس ٿي وٺان. الله تعاليٰ پنهنجي مرضيءَ جو مالڪ آهي تہ جنهن تي وڻيس تنهن تي پنهنجو فضل ڪري؛ ہي ڪنهن جو وَسُ ڪونهي.

بهرحال ٻنهي جهانن جي سردار جا اهي معجزا آهن، جن جهان کي جمال جي جوت سان منور ڪيو. روايت ۾ آيو آهي، تہ جنهن رات پاڻ ڪريم جن پنهنجي امڙ سائڻ جي پيٽ ۾ سرجيا، تڏهن ان رات الله تعاليٰ بهشت جا دروازا کولي ڇڏيا. ان کان سواءِ ڪافرن جي پوڄڻ وارا بت اونڌا ٿي ڪري پيا؛ بادشاهن جا تخت اُبتا ٿي ڪريا؛ زمين ۽ آسمانن ۾ اعلان ٿيو، تہ نبي آخرزمان سرجيو آهي، جيڪو زمين ۽آسمانن جي روشني آهي، جيڪو سراپا سونهن ۽ سرهاڻ آهي، جيڪو سيد المرسلين ۽ امام الانبياء آهي. ان کان اڳ ۾ قريشن ۾ ڏاڍو ڏکر هو، پاڻ سڳورن جي سرجڻ سان سڪرسڻائو ٿيو، مينهن وٺو، سُڪا پَٽَ ساوا ٿيا، گل گلزاريون ٿيون. مطلب تہ خوشحالي ٿي. انهيءَ خوش بختي، خوشحاليءَ ۽ برڪت سبب ماڻهن ان سال جو نالو "فتح سال" رکيو.

## ڇهون معجزو

جنهن رات الله جا پيغمبر ﷺ سرجيا، ان رات قريشن جي سيني وهٽن ڳالهايو. سيني جي واتان اهو آواز نڪتو، تہ الله تعاليٰ جو رسول محمد مصطفيٰ ﷺ سرجيو آهي؛ جيڪو زمين ۽ آسمانن جي سونهن آهي، ۽ ڏينهن کي روشن ڪندڙ ڏيئو آهي. ان رات جانور ڊوڙندا مشرق کان مغرب ڏانهن ويا، ۽ هڪ ٻئي کي خوشيءَ جون خبرون ڏيڻ لڳا، تہ سچو پيغمبر ﷺسرجيو آهي. هاڻي ان جي نور سان جهان روشن ٿيندا. جيڪي جانور درياءَ ۾ رهندڙ هئا، انهن بہ ڊوڙي اچي هڪ ٻئي کي اهي خبرون ڏنيون؛ تہ سڄڻ سونهارا سرزمين تي تشريف فرما ٿيا آهن. جيستائين حضور ﷺ جن بيبي آمنة رضہ جي پيٽ ۾ هئا، تيستائين مهيني ۾ هڪ ڀيرو اهو اعلان پيو ٿيندو هو. زمين ۽ آسمانن ۾ اهو آواز پيو ايندو هو، تہ خوشيون ڪريو، جو پرين پيارا جلدي زماني ۾ ظاهر ٿيڻ

وارا آهن. مير محمد ڪارٽي، مشفق مجتبيٰ، سونهاري حبيب ڪريم ﷺ جا اهي معجزا آهن.

اي منهنجا مالڪ ڪريم، تون اسان تي ڪرم ڪر. حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جنهن کي جملي جهانَ عطا ٿيل آهن؛ جي برڪت سان انهن سڀني جون بيڇڙايون بخش، جن پنهنجي زبان سان ڪلمو چيو آهي:

لا الہ الا الله محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم



۽ مٿي مرسل تي ايمان آندم. عالمن لکيو آهي، ته ان ڳڪ جو جواب ڏيندڙ ملائڪن مان هو.

## نائون معجزو

روايت آهي، ته رسول الله ﷺ جي ولادت وقت سندن والده ماجده حضرت بيبي آمنه فرمايو: مون ڏانهن آسمان مان تارا هلي آيا. مون سمجهيو، ته هاڻ ٿا منهنجي مٿان ڪرن؛ پر اهي اکين آڏو اچي بيهي رهيا. مٿي مرسل جا اهڙا ساراهيندڙ ڏسي مان عجب ۾ پئجي ويس.

ڪتابن ۾ هي روايت به آئي آهي، ته بيبي آمنه ان رات ٽي پلارا ماڻهو ڏٺا. جيڪي نوراني چهري وارا هئا. اهي بيبي صاحبه جي گهر آيا. انهن مان هڪ جي هٿ ۾ چانديءَ جو ڪوزو هو، جنهن ۾ ڪتوريءَ کان وڌيڪ خوشبوءِ وارو پاڻي هو. ٻئي جي هٿ ۾ سائي زمرد جي چلمچي هئي. ٽين ماڻهوءَ جي هٿ ۾ پَٽ جو اڇو ڪپڙو هو. شڪل صورت ۾ ماڻهو ٿي نظر آيا؛ پر اصل ملائڪ ٿي معلوم ٿيا. جنهن جي هٿ ۾ پَٽَ جو اڇو ڪپڙو هو، اهو ملائڪ "رضوان" هو، جيڪو بهشت جو خزانچي آهي. انهيءَ ڪُپڙي مان منڊي ڪڍي، جيڪا اڇي رنگ جي هئي ۽ تجلا ٿي ڏنائين. اها منڊي انهيءَ ڪوزي جي پاڻي ۾ ست ڀيرا ڌوتائين. ان کان پوءِ اها مهر ڪري ٻنهي جهانن جي سردار جي ٻنهي ڪلهن جي وچ تي هنيائين. اهڙيءَ طرح نبوت جي نشاني ٺهي پئي. ان تي صاف اکرن ۾ "محمد رسول الله" لکيل هو. ان کان پوءِ پاڻ سڳورن کي ڪٽي چلمچي ۾ ويهاريائين؛ ۽ ڪوزي جي پاڪ پاڻيءَ ۾ وهنجاريائين. لڱن مبارڪن تي تيل مکيائين ۽ سرمو پاتائين. ان کان سواءِ مٿي مرسل کي ڪي ڳجها پيغام رسايائين؛ جن جو مطلب اهو هو ته بهشت جا قفل ۽ ڪنجيون اوهان کي عنايت ڪيا ويا. هي جهان توهان جي حوالي آهي، ۽ توهان ان جا سردار آهيو. جيڪي اوهان جي پيروي ڪندا، انهن کي آخرت ۾ بهشت جا ميوا نصيب ٿيندا. جيڪي اوهان جي فرمان کان ڦرندا (يعني اوهان جي پيروي نه ڪندا)، اهي دوزخ ۾ داخل ٿيندا ۽ ان جي باهه ۾ پيا سڙندا.

اهي نيا پا ڏيئي جڏهن فارغ ٿيا، ته پاڻ ڪريم جن کي سلام

فرزند ارجمند الائي ڪاڏي ويو، ملندو بہ الائي ؟! آءُ هينئر ڇا ڪريان، پنهنجي پياري ڪي ڪيئن هٿ ڪريان؟!

ايئن ئي ڳڻتيءَ ۾ هيس، تہ ڪڪر پاڻ ڪريم ڪي مون وٽ ڪٽي آيو. ڇا ڏسان، تہ ڪين سائي پَٽَ جا پاڪيزا پهراڻ پيا آهن، جن ۾ ويڙهيل آهن، ۽ انهن تي پاڻيءَ جا ڦڙا پيا ٽا چمڪن. ايئن ٿي معلوم ٿيو، تہ ڪين وهنجاريووريو آهي، ۽ پوءِ ڪين پَٽَ جي پاڪيزن ڪپڙن ۾ ويڙهيو ويو آهي. سندن نراڙ ڏانهن ڏٺم، تہ اهو جمال جي جوت ڪان چمڪيو ٿي. انهيءَ روشنيءَ مڪي ڪي منور ڪري ڇڏيو هو، ۽ مشرق ۽ مغرب جي وچ ۾ روشني ڦهلائي ڇڏي هئي. انهيءَ سهائي سبب شام جا محل ۽ ماڙيون ظاهر ظهور ڏسڻ ۾ آيون.

بي بي سائڻ حضرت بيبي آمنة فرمايو، تہ مون وٽ جيڪا دائي هئي، ان جو نالو "شفا" هو. هوءَ حضرت عبدالرحمان بن عوف جي ماءُ هئي. ان بہ چيو ، تہ پاڻ سڳورن جي ڄمڻ سان مون ڪي شام جا گهر تڙ چٽا نظر آيا، حالانڪ مڪي ڪان شام جو پنڌ چاليهن ڏينهن جو آهي. ان ڪان سواءِ هن چيو، تہ پاڻ سڳورن مان ڪٿوري ڪان بہ وڌيڪ خوشبو ٿي آئي.

بيبي "شفا" ڪان هيءَ روايت بہ آهي، تہ جڏهن پاڻ ڪريم جن ڪي پنهنجي هٿن سان ڇٽايم، تڏهن ڄمڻ سان ڇِڪَ ڏنائين، ۽ پوءِ هي لفظ چيائين:

الله اڪبر ڪبيرا، والحمدلله ڪثيرا

(الله وڏو آهي، بلڪل ئي ڻتاهون، ۽ الله لاءِ ئي حمد آهي، بلڪل ئي گهڻو)

پاڻ ڪريم جن جو اهو پهريون ڪلام هو. ان ڪان پوءِ پنهنجي ڪنن سان غيب مان هي آواز ٻڌم:

"يرحمڪ الله" (توتي الله رحم ڪري)

اها خبر نہ پيئي تہ ڇڪ جو جواب ڪنهن ڏنو. اها ڳالهہ مون دل ۾ رکي ڇڏي. گهڻي وقت ڪان پوءِ پاڻ سڳورن تي جڏهن وحي نازل ٿيو، ۽ نبوت جو اعلان فرمايائون، تڏهن منهنجا شڪ شبها دور ٿي ويا

جيستائين نبي ڪريم ﷺ جن هجرت ڪري، مديني شريف ڏانهن اسهيا، تيستائين اها حويلي سندن ئي هٿ ۾ هئي. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن جو مڪي شريف وارو گهر حضرت علي ڪرم الله وجهہ جي ڀاءُ حضرت عقيل بن ابو طالب جي قبضي ۾ رهيو.

هجرت جي ڇهين سال حضرت عقيل رضہ حضور نبي ڪريم ﷺ وٽ اچي اسلام قبول ڪيو. ان ڪان پوءِ پاڻ ڪريم جن اهو گهر حضرت عقيل رضہ کي بخشيش ڪري ڏنو. حضرت عقيل رضہ جي وفات ڪان پوءِ اهو گهر سندس فرزندن کي ورثي ۾ مليو، جن قبيلي ثقيف جي محمد بن يوسف کي وڪرو ڪري ڏنو.

گهڻي وقت ڪانپوءِ جڏهن هارون رشيد جي ماءُ خيزران بنت حارث حج ڪرڻ آئي، تڏهن هن اها حويلي خريد ڪري، اتي مسجد تعمير ڪرائي.

بهرحال پاڻ سڳورن جي ولادت باسعادت، جهانن لاءِ وڏي رحمت ۽ برڪت جو باعث ٿي. روايت آهي، تہ جڏهن نبي نور هدیٰ تولد ٿيا، تڏهن آسمانن جا دروازا کليا؛ بهشت جا در ۽ دريون کليا، ۽ دوزخ جا دروازا بند ٿيا. ان ڏينهن سج وڏيڪ روشن ٿيو. ان سال جن عورتن ويم ڪيو، انهن سيني کي پٽ ڄاوا. آنحضرت ﷺ جا اهي معجزا آهن.

## اٺون معجزو

حضرت حبيب ڪريم ﷺ جي والده ماجده حضرت بيبي آمنه فرمايو، تہ جڏهن مٺو مرسل تولد ٿيو، تڏهن پنهنجي اکين سان ڏٺم تہ جمندي ئي سجدو ڪيائين؛ ۽ مٿي آسمانن ڏانهن هٿ کنيائين، ڄڻڪ دعا پيو گهري. انهيءَ ئي گهڙي آسمان تي اڇو ڪڪر ظاهر ٿيو. اهو تمام ڏاڍو روشن هو، ۽ ان مان مٺو آواز ٿي آيو، جيڪو گهوڙن جي هٿڪار جهڙو ۽ پکين جي لات جهڙو هو. اهي تنوارون مون پنهنجي ڪنن سان ٻڌيون ٿي. اهو ڪڪر اوري اچي ورنهہ وريام (نبي ڪريم ﷺ) کي ڪٽي، مٿي هليو ويو. ان ڪڪر ڪٽي وڃي کين زمينن ۽ آسمانن جو سير ڪرايو؛ ۽ مشاهدا ڪرايا. ان ڪان پوءِ اهو ڪڪر پاڻ ڪريم ﷺ جن کي مون وٽ وٺي آيو. انهيءَ وچ ۾ آءٌ ڏاڍي ششدر ٿيس، تہ منهنجو

# معجزن جو ٻيو قسم

جيڪي معجزا نبي ڪريم ﷺ جي ولادت باسعادت کان پوءِ ظاهر ٿيا، انهن جو ٿورو احوال لکجي ٿو. انهيءَ لاءِ ته مومن پاڻ سڳورن جون صفتون ۽ وصفون ٻڌن. پياري پرينءَ جون ڳالهيون ٻڌي پنهنجي روح کي ريجهائين. انهيءَ حبيب ڪريم ﷺ کي منهنجي دل ساريندي رهي ٿي.

## ستون معجزو

حضرت حبيب ڪريم ﷺ پنهنجي والده جي پيٽ ۾ پورا اٺ مهينا هو. نائين مهيني سيد سردار تولد ٿيو. جڏهن پاڻ سڳورا تولد ٿيا، ته اها ٻارهين ربيع الاول، سومر جي رات هئي. پرهه ڦٽيءَ جو وقت هو، يا ان کان به ڪجهه سويرو هو. بيبي صاحبه رضه محمد بن يوسف جي حويليءَ ۾ پير لڌا. زقاق المولد گهٽيءَ ۾ اها حويلي هئي، جيڪا بني هاشمن جي محلي ۾ هئي. حويليءَ ڏانهن جيڪا گهٽي وڃي ٿي، اها اڄ تائين مڪي شريف ۾ آهي. ماڻهو وڏيءَ سڪ مان اچي ان جي زيارت ڪندا آهن. اها حويلي ڪعبي شريف جي اڀرندي طرف آهي، ۽ اصل ۾ جناب هاشم جي ملڪيت هئي، جيڪو پاڻ سڳورن جو پڙ ڏاڏو هو. جناب هاشم جي زماني ۾ اها حويلي تمام وڏي هئي، جيڪا هن پنهنجي پٽ عبدالمطلب لاءِ ورثي ۾ ڇڏي. جڏهن جناب عبدالمطلب پيريءَ کي رسيو، تڏهن ان حويليءَ کي ورهائي، جدا جدا ڀاڱا ڪري، پنهنجن پٽن کي ڏنائين. حويلي جي ورهائجڻ کان پوءِ اهو حصو پاڻ سڳورن جي والد بزرگوار کي مليو، جنهن ۾ پاڻ ڪريم جن تولد ٿيا. جڏهن حضرت عبدالله لاڏاڻو ڪري، دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو، تڏهن پاڻ ڪريم جن اڃا والده جي پيٽ ۾ هئا. سندن سرجڻ کي ٻه مهينا ٿيا هئا. جڏهن چاوا، ته ختم الانبياء جو اهو گهر سندن ملڪيت ٿيو، مطلب ته صحيح نموني اها حويلي سندن ئي ملڪيت هئي. يعني پاڪيزا پرين پنهنجي ئي ملڪيت واري زمين ۾ پيدا ٿيا.

ڪري موٽي هليا ويا. الله تعاليٰ پاڻ سڳورن تي اهڙيون نوازشون ڪيون.

## ڏهون معجزو

جنهن رات ڪائنات جو ڪارڻي رسول ﷺ تولد ٿيا، ان رات ڪسريٰ جو ڪوٽ لڏي ويو. اهو قلعو فارس جي بادشاهه جو هو، جنهن جو نالو نوشيروان هو. ان جا محل ۽ ماڙيون ڏڏي ويا، ۽ ڪوٽ جا چوڏهن ڪنگرا ڪري پيا:

"وبات ايوان ڪسريٰ وهو متصدع" (١)

ڪسريٰ هڪ ڪاهن ڏانهن ماڻهو موڪليو، ته اهو واقعو ڇو ٿيو آهي؟ هُو يهودي هو ۽ سندس نالو سطيع هو. هو تورات جو ڄاڻو هو. هن بادشاهه کي چيو، ته ڪهڙي ٿا خبر پڇو؟ حقيقت اها آهي، ته اسان جي مذهبي ڪتاب ۾ جنهن مبارڪ هستيءَ جي آمد جي خبر ڏنل آهي، اها هن جهان ۾ ظهور پذير ٿي چڪي آهي. اهو روشن تارو ڪڙيو آهي، جنهن جي جوت ۽ جمال جو جهان ۾ هَلَ هڳاءُ ٿي ويو آهي. اهو نور (مڪي) جي قريشن ۾ نروار ٿيو آهي؛ اهو هن ڏيهه جو والي وارث ٿيندو. ان جو نالو مبارڪ محمد (ﷺ) آهي. هو خدا جي مخلوق ۾ اسلام ڦهلائيندو، بت ڀڃندا، ڪافر قتل ٿيندا ۽ مومن ڪافرن کي ماري ملڪ هٿ ڪندا. جيئن ته تنهنجي ڪوٽ جا چوڏهن ڪنگرا ڪريا آهن، اها ان ڳالهه جي نشاندهي ڪري ٿي، ته ان جي پوئلڳن کي چوڏهن بادشاهتون حاصل ٿينديون.

ڪتابن ۾ آيو آهي، ته ان شهر ۾ ڪي ڪافر درياءَ جي ڪناري تي رهندا هئا. ان جو پيٽ ارڙهن ڪوهه ويڪرو هو. منجهس هميشه پاڻي هوندو هو، ۽ ٻارهن ئي مهينا ٻيڙيون پيون هلنديون هيون. جنهن رات پاڻ سڳورا هن جهان ۾ آيا، ان رات ان درياءَ جو پاڻي زمين پي ويئي. ڏينهن ٿيو، ته ماڻهن ڏٺو ، ته درياءَ ۾ پاڻي آهي ئي ڪونه. ماڻهو منهن مٿو پٽڻ لڳا، ته هي ڇاٿي ويو؛ مطلب ته اهو حبيب ڪريم ﷺ جو معجزو هو.

---

(١) ڪسرا نوشيروان جو ايوان انهيءَ رات وڳڙي ۾ ڏڪندو رهيو.

وساء سماوت ان غاضت بحيرتها (١)

اهو پاڻي زمين جي هيٺان وهي اچي سماوت وادي مان نڪتو. اها ڪوفي جي ڀرسان سڄي وادي هئي، جنهن ۾ نڪا وسندي هئي، ۽ نڪو وڻ ٽڻ ئي هو. ڪوفو شهر به ان جاءِ تي ڪو نه هو. اهڙيءَ طرح سڀاجهي سائينءَ جي سبب سُڄا پَٽَ ساوا ٿيا. توريت ۾ اڳ ۾ ئي اها خبر ڏنل هئي، ته جڏهن ختم الانبياء ظاهر ٿيندو، تڏهن "ساوي" جو پاڻي، "سماوت" مان اچي نڪرندو

## يارهون معجزو

فارس ملڪ ۾ ماڻهو باهه جي پوڄا ڪندا هئا. هنن وڏا قلعا اڏيا هئا. باهه جي پوڄا لاءِ هڪ هنڌ باهه ٻاري ڇڏي هئائون؛ جنهن کي رات ڏينهن ٻاريندا رهندا هئا ۽ اجهامڻ نه ڏيندا هئا. ان ڪم لاءِ ڪيترائي ماڻهو مقرر ڪري ڇڏيا هئائون. ان باهه کي ٻرندي هزار ورهيه گذري چڪا هئا؛ ۽ انهيءَ عرصي ۾ باهه ڪڏهن به وسامي نه هئي. جنهن رات خيرالوريٰ ﷺ جي ولادت ٿي، ان رات اها هزار ورهيه کان ٻرندڙ باهه وسامي رک ٿي ويئي. پاڻ ڪريم جن جي ولادت جي اها عجيب نشاني هئي:

والنار خامدةٍ الانفاس من اسف

ڪتابن ۾ هيءَ روايت به آئي آهي ، ته جڏهن هن زمين تي پاڻ سڳورن جي نور جو ظهور ٿيو، ته اها سونهاري رات سومر جي هئي. اها خبر "ثوبيه" نالي هڪ ٻانهيءَ اچي ابو لهب کي ڏني، جيڪو قريش خاندان مان هو، هن ڪيس ٻڌايو ته قريش خاندان ۾ هڪ ڏاڍو خوبصورت ٻار پيدا ٿيو آهي؛ جيڪو سونهن ۾ سلوڻو آهي، ۽ منجهانئس ڪٿوريءَ کان به وڌيڪ سرهاڻ پئي اچي. سونهن ۾ سيني کان سرس آهي، ۽ ماڪيءَ کان به مٺو آهي. جيڪڏهن دنيا کي پرينءَ جو پڙلاءُ پوي، ته حيرت ۾ پئجي وڃي. ان جي آءُ ڪهڙي تعريف ڪري ڪهڙي ڪريان! نبي ڪريم ﷺ جو نور ڏسي سڀ شڪ شبها دور ٿي ويا. پاڻ

---

(١) ۽ جڏهن سماوت خراب ٿئي، ۽ جڏهن ان ڍنڍ جو پاڻي سڪي وڃي.

سڳورن جي لبن مبارڪن جي لڳڻ ڪان اڳ ۾ ئي منهنجي ٿڻن ۾ کير پئجي ويو. وڏي سڪ ۽ محبت مان اهو کير پرينءَ کي پياريم. اها خبر توکي ٻڌائڻ آئي آهيان.

اها خبر ٻڌندي ئي ابو لهب خوش ٿيو. سندس جسم ۾ خوشيءَ جي لهر ڊوڙي ويئي. دل ۾ دين ته ڪونه هيس، پر ويجهي مائٽيءَ جي ڪري ڪيس خوشي ٿي. ان خبر آٽيندڙ ٻانهيءَ ثوبيه کي مخاطب ٿي چيائين، ته جيئن ته تو اها مبارڪ خبر آندي آهي تنهن ڪري تون آزاد آهين.

ابو لهب جي مرڻ ڪان پوءِ هڪ رات حضرت عباس ڪيس خواب ۾ ڏٺو. پڇيائينس ته ڏي خبر ڪهڙي حال ۾ آهين؟ ان تي ٻڌايائينس، ته مون دنيا ۾ ڏاڍا خراب ڪم ڪيا، اسلام قبول نه ڪيم ۽ ڪافر رهيس. انهيءَ ڪري ڏاڍي تڪليف ۾ آهيان؛ ۽ عذاب ۾ مبتلا آهيان. البت سومر رات، جنهن رات مون نبي ڪريم ﷺ جي ولادت جي خبر ٻڌي ثوبيه کي آزاد ڪيو هو؛ ان رات عذاب ڍرو ٿئي ٿو. اهي ٻه آڱريون ۽ آڱوٺو، جنهن سان اشارو ڪري، ثوبيه کي آزاد ڪيو هوم؛ انهن مان پاڪ پاڻي نڪرندو آهي، جيڪو منهنجو قوت هوندو آهي. اهو پاڻي ڏاڍو مٺو ۽ فرحت بخش هوندو آهي. ان جي پيئڻ سان روح کي راحت ملندي آهي. حضرت محمد ڪريم ﷺ جا مون تي ايڏا احسان آهن. جيڪڏهن مٺن ايمان آڻي ڪلمو پڙهان ها، ته جيڪر وڏا درجا ماڻيان ها. ٻنهي جهانن جي سردار جي صورت ۽ سيرت ۾ ڪوبه جوڙ جيس ڪونهي. سونهاري سپرين جي فضل ۽ ڪرم جو ڪنڌي ڪنارو ئي ڪونهي. اهو سيين پرين سڀاجهو آهي. جڏهن ڪافرن سان به اهڙا وڙ ٿو ڪري، ته اهو امتين کي ڪيئن ڇڏيندو. انهيءَ شافع جي شفاعت ۾ سڀي عالم کي آسون ۽ اميدون آهن. مٺي محبوب جو مرتبو مڙني ڪان مٿانهون آهي. پاڻ ڪريم جن جا لکين معجزا آهن.

اسانجو خالق، مالڪ اسان ٻانهن جون خطائون بخشي. ستار، پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان اسان گنهگارن جا عيب ڍڪي. پنهنجو ڪرم ڪري، هر معاملي ۾ اسانکي هدايت ڪري. اهو سندس وڏو احسان

آهي، جو نبي ڪريم ﷺ جي نور سان هي جهان منور ڪيائين، ۽ اسان کي انهن جي رهنمائي ۽ رهبري نصيب ڪيائين. ڪيترن ئي عاشقن جي دل ۾ انهيءَ حبيب ڪريم ﷺ جي سڪ ۽ اڪير آهي. اي منهنجا مولىٰ پاڪ: انهن مڙني وفات ڪري ويل توڙي جيئرن کي بخش، جن کي تنهنجي حبيب جي حب آهي، ۽ ڪلمو پڙهن ٿا.

## ٻارهون معجزو

جنهن رات نبي آخر زمان ﷺ تولد ٿيا، ان رات ديون (جنن) کي تارن تڙي ڪڍيو. انهن پنهنجي اُماڙيءَ سان جنن کي ساڙي رک ڪري ڇڏيو. اڳ ۾ اهي جن مٿي آسمانن ڏانهن ويندا هئا، ۽ اُتان جون ڳالهيون اچي ڪاهنن (ڀوپن) کي ٻڌائيندا هئا. جڏهن حضرت پاڻ سڳورا نبي ٿي آيا، تہ الله تعاليٰ انهن سڀني ديون(جنن) کي آسمانن مان تڙائي ڪڍيو. ان ڪان پوءِ هاڻي انهن مان ڪوبہ آسمانن ڏانهن وڃي نہ ٿو سگهي. جيڪڏهن ڪو وڃي ٿو، تہ تارا تڙي ڪڍنس ٿا. قرآن حڪيم ۾ آيو آهي:

وجعلنٰها رجوما للشياطين (الملک-٥)

(۽ انهن کي شيطانن جي ڇنڊ لاءِ (بہ) ٺاهيو سين.)

هي بہ پاڻ ڪريمن صہ جو معجزو آهي.

## ٽيرهون معجزو

جڏهن ڪائنات جو ڪارٽي، شفيع، خيرالوريٰ تولد ٿيا، تڏهن آسمان جي مٿان ملائڪ هي آواز بلند ڪيو ، تہ نبي آخر زمان، خدا جي خلق جو هادي هن جهان ۾ تولد ٿيا.جيڪو ڪين سنڀاليندو، ٿج پياريندو، ۽ دل جي خوشيءَ وچان سندن خدمتون ڪندو، اهو ڀاڳ، بخت وارو ٿيندو؛ ۽ هن ٻلي برڪت سبب ڪيس الله تعاليٰ جو قرب حاصل ٿيندو. اهو ٻڌي پڪي اچي حاضر ٿيا، ۽ چوڻ لڳا اسان سندن گولا غلام آهيون، اسان سندن خدمت ڪنداسون. انهن ڪان سواءِ جنن جون عورتون آيون، جن گذارش ڪئي، تہ پاڻ سڳورن جي خدمت جو موقعو اسان کي ڏنو وڃي.اِين مان آواز آيو تہ بي بي حليمہ پاڻ ڪريم جن کي سنڀالي، ۽

اڇو، اجرو ۽ تمام گهڻو سفيد آهي. هيٺان سائي پٽ جا پٽا ٻاروتا هئا. بي بي صاحبہ کي سندن منهن مبارڪ ۾ مٽيان نظر آئي؛ سندن سونهن ۽ سڳنڌ جي ساراهہ جي زبان کي طاقت ڪانهي. سندن چهرو مبارڪ ڪنٽهار جيئن ڪڙيل هو، ۽ ان مان جمال جو جلوو وچ جيان وراڪا پيو ڪري. بي بي صاحبہ چوي ٿي: سندن سونهن ۽ شبيهہ ڏسي، منهنجي قلب کي قرار مليو. حضرت جن جي منهن مبارڪ مان مون نور جون لاٽون نڪرنديون ڏٺيون؛ جيڪي آسمانن تائين ويندڙ نظر ٿي آيون. اهو منظر ڏسي منهنجي دل ڏاڍي خوش ٿي. تمام گهٽي چاهہ مان محبوب جو نرڙ مبارڪ ۽ اکيون چميم؛ ۽ سڄي پاسي مان ٿڃ پياريم. انهيءَ پاسي مان ئي ٿڃ پي ڍؤ ڪيائون. احمد ڪريم ﷺ اصل کان ئي عادل هو. هن ڪڏهن بہ کاٻي پاسي مان کير نہ پيتو. بي بي صاحبہ وڌيڪ چوي ٿي، تہ اڳ ۾ منهنجو ڇاول پٽ عبدالله ٻئي پاسا ڌائيندو هو، تڏهن بہ ڍؤ نہ ٿيندو هوس. جڏهن مٺو محمد شاهﷺ مون وٽ آيو، تڏهن ان کي هڪڙي کاٻي پاسي مان ئي تمام گهڻو ڍؤ ٿي ويندو هو. يعني ٻنهي پاسن مان ٻئي ڍؤ ڪري ويندا هئا.

ڪتاب مواهب اللدنيہ ۾ آيو آهي، تہ پاڻ سڳورن سان جيئن تہ بي بي صاحبہ جو فرزند ٿڃ شريڪ هو انهي ڪري پاڻ ڪريم جن اها رعايت ٿي رکي، تہ فقط هڪڙي ساڄي پاسي مان ٿڃ پيئندا رهيا؛ ۽ ٻيو پاسو پنهنجي ٿڃ شريڪ عبدالله لاءِ ٿي ڇڏيائون. ان مان ظاهر ٿيو، تہ پاڻ ڪريم جن ڄمندي ئي ڄام هئا.

## پنڌرهون معجزو

بي بي حليمہ صاحبہ جڏهن پاڻ سڳورن کي ڪٺي پنهنجي ساٿياڻين سان گڏجي وطن واپس ورڻ لڳي، تڏهن ان وهٽ جنهن تي ويٺل هئي، ڪعبة الله ڏانهن منهن ڪري ٽي سجدا ڪيا، ۽ پوءِ ڪنڌ آسمان ڏانهن ڪري هلڻ لڳو. اڳ ۾ هو هيٺو ۽ هلڻ ۾ ڍرو هو؛ پر هينئر تمام تيز هلڻ لڳو. ڄڻ تہ پکيءَ وانگر اڏاڻو ٿي ويو. يا وري ايئن چئجي ، تہ وچ جيان وراڪو ڏيندو ڊوڙندو ٿي ويو. مطلب تہ تمام تيز هلندو، سيني وهٽن کان اڳ ڪڍيون ٿي ويو. سيني کي عجب لڳو، تہ اڳ ۾ تہ

ڪين ٿج پياري. اسان پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ لاءِ ان کي منتخب ڪيو آهي.

بي بي حليمه بني سعد قبيلي مان هئي. سندس نسبت جو شجرو هن طرح آهي: ”بي بي حليمه بنت ابو ذيب بن حارث بن سحنته بن زرام بن ناصر بن خصمة بن سعد.“

بي بي حليمه حارث جي گهرواري هئي، جيڪو عبدالعزيٰ جو پٽ هو. بي بي صاحبه کي حارث مان ٻه پٽ ۽ ٻه ڌيئر هيون. هڪ پٽ جو نالو حفض ۽ ٻي جو نالو عبدالله هو. سندس هڪ ڌي، جو نالو انيسه ۽ ٻيءَ جو نالو خدامة هو؛ جنهن کي ”شيمه“ به سڏيندا هئا. انهيءَ بي بي صاحبه کي الله تعاليٰ سرور ڪائنات ﷺ جي خدمت حوالي ڪئي. الله تعاليٰ اهوجهن ، بي واهن ۽ مسڪينن تي ڪرم ڪندو آهي.

## چوڏهون معجزو

ان زماني ۾ اهو رواج هو، ته ٻهراڙيءَ جون عورتون مڪي شريف ۾ انهيءَ لاءِ ايندي يون هيون، جيئن مڪي شريف جي خوشحال ماڻهن جا ٻار وٺي وڃي، پنهنجي گهر ۾ پالين ۽ انهن کي پنهنجي ٿج ڏين. ان لاءِ کين مڪي جي ماڻهن وٽان اجرت ملندي هئي. بي بي حليمه صاحبه ۽ ٻيون عورتون به انهيءَ مقصد لاءِ مڪي شريف آيون.

بي بي حليمه صاحبه تي انهيءَ نئين ڇاول ٻار جي نوازش نظر ٿي ويئي. جيڪو هن جهان ۾ ڪفر جي اونداهيءَ کي توحيد جي نور سان منور ڪرڻ، خدا جي ٻانهن کي ڪفر، گمراهي، ظلم ،ڏاڍ ۽ پرماريت مان ڇوٽڪارو ڏيڻ لاءِتشريف فرما ٿيو هو؛ جنهن جي ولادت باسعادت سان ڪسريٰ جي ڪوٽ جا ڪنگرا ڪري پيا هئا. ۽ باهه جي پوڄارين جي باهه جو آڙاهه اجهامي ويو هو. الله تعاليٰ ڪائنات جي ڪارڻي، سيد المرسلين ۽ نبي آخر زمان لاءِ بي بي حليمه صاحبه کي ٿج پياريندڙ ماءُ بنايو.

بي بي صاحبه جي بخت سان ڪنهن جي ريس ڪانهي. بي بي صاحبه جڏهن پاڻ سڳورن کي هنج ۾ کڻي ڏانهنِ نهاريو، ته ڇا ڏسي، ته ٻنهي جهانن جو سردار پٽ جي ٻهراڻن ۾ ويڙهيل آهي، جن جو رنگ

هي وهٽ تمام ڏرو هلندو هو ۽ سڀني کان پويان گهلبو ٿي آيو، هينئر ايڏو تکو ڪيئن پيو وڃي! سڀني بي بي حليمه کان ان جو سبب پڇيو، ته ڇا ڳالهه آهي، جو تنهنجو وهٽ ايڏو تيز ڊوڙندو پيو وڃي، اڳي ته ايئن ڪونه هو. ان تي بي بي صاحبه وراڻيو، ته اي اڻ ڄاڻ عورتون، توهان ڇا ڄاڻو ته مون سان ڪريم ڪيڏا ڪرم ڪيا آهن. اهو سڀ ڪجهه هن سڳوري ٻار جي طفيل آهي، جيڪو هن تي سوار آهي.

وهٽ ڳالهائڻ لڳو، ته مون تي سرور سوار آهي، جيڪو اشرف الانبياء، ختم المرسلين ۽ رحمة للعالمين آهي؛ جنهن جي طفيل جهانن ۾ روشني ڦهلبي . حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ ، الله تعاليٰ جو پيارو حبيب آهي. پاڻ سڳورن جي سوار ٿيڻ جي ڪري مون ۾ جڻ ساهه پئجي ويو آهي، ۽ تازو توانو ٿي ويو آهيان. منهنجا ڏک، ڏولاوا ۽ هيڻائي ان وقت ختم ٿي ويئي؛ جڏهن منهنجو مرسل مون تي سوار ٿيو. موليٰ پاڪ مون مسڪين تي مهر ڪئي، ۽ مون کي اها عزت ڏني، جو مون تي ٻنهي جهانن جو سردار سوار آهي.

اي سڀاجها سائين، مون ڏوهاريءَ تي پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ جي صدقي ڪرم ڪر. مون کي ئي ڪچا ڪم، ۽ ڪروڙين صغيرا ۽ ڪبيرا گناهه ڪيا آهن. شفيع المذنبين جي طفيل بديون بخش. رب العالمين، پنهنجي پياري رسول ﷺ جي طفيل هن عاصي ۽ ٻين سڀني مسلمانن کي بخش، جن دل جي گهراين مان ڪلمو پڙهيو آهي؛

لا اله الا الله محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم

## سورهون معجزو

بي بي حليمه چوي ٿي، ته اسان کي ڪيتريون ئي ٻڪريون هيون، جن مان اسان پنهنجو پيٽ قوت ڪندا هئاسون. البت اسان جي علائقي واري زمين ڏاڍي خشڪ هئي؛ جنهن ڪري ٻڪريون پيٽ ڀري نه سگهنديون هيون. ويتر اڃا ڏڪر پيو، ۽ مينهن به ڪو وقت ڪونه وسيو. نتيجو اهو نڪتو جو زمين، وڻ ٽڻ ۽ گاهه ٻوٽي کان خالي رڻ پٽ ٿي ويئي. انهيءَ ڪري ٻڪريون پيٽ ڀري ڪونه ٿي چريون؛ جنهن ڪري کير سڪي وين. اهڙين حالتن ۾ مون جڏهن پاڻ سڳورن کي آندو

تہ ٻڪريون الائي ڪٿان پيٽ ڀري اچڻ لڳيون ۽ کير ڏاڍو وڏايائون. ٻين ماڻهن جون ٻڪريون بک ۾ پاهہ ٿيڻ لڳيون، ۽ کير صفا سڪائي ڇڏيائون. ماڻهن جڏهن اسان جون ٻڪريون تازيون توانيون ۽ ڍايون ڏٺيون، تڏهن پنهنجن ڌنارن کي چيائون، تہ اوهان بہ پنهنجون ٻڪريون بي بي حليمہ جي ٻڪرين سان گڏي چارڻ وڃو. هنن ائين ڪيو پر ان هوندي بہ ڪو فرق ڪونہ پيو. ٻين ماڻهن جون ٻڪريون پوءِ بہ ڏٻريون رهيون. بي بي صاحبہ وڌيڪ چوي ٿي، تہ پاڻ سڳورن جي برڪت سان الله تعاليٰ اسان سان وڏا وڙ ڪيا.

## سترهون معجزو

حضرت بي بي حليمہ چوي ٿي، تہ پاڻ سڳورن ڪي وٺي آڻڻ کان اڳ ۾ اسان ڪي هڪ ڏاچي هئي، جيڪا ڏاڍي ڏٻري هئي. نہ چڱيءَ طرح هلي چلي سگهندي هئي، ۽ نہ ٿڻن ۾ کير ئي هوس. پاڻ ڪريم جن جي اچڻ ڪانپوءِ ان ڏاچيءَ جو اوهہ کير سان ڀرجي ويو. اسان گهر ۾ يارهن ٻاتي هئاسون. ان ڏاچيءَ مان کير ايترو تہ ڏيڻ لڳو، جو اسان سڀ گهر جا ٻاتي پي ڍوءَ ڪندا هئاسين.

ڪتابن ۾ آيو آهي، تہ بي بي حليمہ جڏهن نبي ڪريم ﷺ کي وٺي آئي. تڏهن سندس عمر ٽيهہ سال هئي. ان کان پوءِ هوءَ ڪيترائي سال جيئري رهي، تان جو جڏهن رسالت مآب ﷺ نبوت جو اعلان ڪيو؛ تہ بي بي صاحبہ پنهنجي اولاد ۽ مڙس سوڌو ٻنهي جهانن جي سردار تي ڪلمو پڙهي مسلمان ٿي. اها روايت "مواهب" جي شرح ۾ آئي آهي.

## ارڙهون معجزو

جڏهن رسالت مآب ﷺ جن ننڍڙا هئا؛ ۽ ڪين پينگهي ۾ سمهاريو ويندو هو؛ تڏهن الله تعاليٰ ملائڪ موڪليندو هو تہ وڃي ٻنهي جهانن جي سردار جو پينگهو لوڏين.

## اوڻيهون معجزو

حضرت عباس کان روايت آهي ، تہ نبي ڪريم ﷺ جن کي ننڍپڻ ۾ مون ڏٺو، تہ چنڊ سندن اشاري موجب پيو هلي. جيڏانهن چنڊ کي اشارو تي ڪيائون، اوڏانهن چنڊ هليو ٿي ويو.

## ويهون معجزو

بيبي حليمہ فرمائي ٿي، تہ جڏهن پاڻ ڪريم جن ٽن يا چئن ورهن جا هئا، تہ هڪ دفعي ٻہ ملائڪ اڇي ويس ۾ مٿان لهي آيا. انهن مان هڪ جبرائيل هو، تہ ٻيو ميڪائيل. ٻئي انساني صورت ۾ پاڻ سڳورن وٽ آيا. انهن وٽ پاڪ پاڻيءَ سان ڀريل ڪوزو هو؛ جيڪو زمزم جي کوھہ تان ڀري آندو هئائون. هنن نبي ڪريم ﷺ کي سنئون ڪري جهليو. ان کان پوءِ سندن پيٽ مبارڪ چيري سندن دل مبارڪ ڪڍيائون. دل کي چيري، ان کي ڪوزي واري پاڻيءَ سان ست ڀيرا ڌوتائون . دل مبارڪ ۾ حڪمت جو نور ۽ نبوت ڀريائون. ان کان پوءِ ڪٽوري ڀريل ڌاڳن سان سبيائون. قرآن شريف ۾ اهڙو اشارو هن طرح آيو آهي:

"الم نشرح لڪ صدرڪ (الم نشرح-١) (اي پيغمبر تنهنجو سينو تنهنجي لاءِ ڪشادو نہ ڪيو اٿئون ڇا؟)

ان سان گڏ پاڻ ڪريم جن جو اندر مبارڪ ڌوئي خوشبوءِ سان واسي هر طرح سرهو ڪيائون، ان کانپوءِ پاڻ سڳورن جو پيٽ مبارڪ سبيائون. ان سڄي ڪارگذاريءَ ۾ پاڻ ڪريم جن کي ڪابہ تڪليف نہ آئي. اهڙيءَ طرح اهي ملائڪ سائينءَ جن کي هر طرح سُرهو ڪري، ڪين سوين سلام ۽ ڪوڙين ڪرنشون ڪري، موٽي هليا ويا.

حضور ﷺ جي صحابي حضرت انس کان روايت آهي، تہ اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ مون پاڻ سڳورن جي اُرھہ تي ٽوپن جو اثر ڏٺو. مشڪواة شريف ۾ آيو آهي ، تہ پاڻ ڪريم جن جي دل ڪڍي ڌوئڻ جو واقعو چار ڀيرا ٿيو. هڪ ڀيرو اهو، جنهن جو ذڪر مٿي ڪيو ويو آهي؛ ٻيو ڀيرو ان وقت جڏهن ٻنهي جهانن جي سردار جي عمر مبارڪ ڏهہ ورهيہ هئي؛ ٽيون غار حرا ۾ جڏهن مٿن پهريون وحي نازل ٿيو. ان

وقت پاڻ ڪريم جن جي عمر مبارڪ چاليهه ورهيه هئي، اهو سومر جو ڏينهن ۽ ستاويهين رمضان جي هئي. غار حرا واري جبل کي جبل" نور" چيو ويندو آهي. اهو جبل مڪي شريف جي اتر اوڀر طرف ٽن ڪوهن جي پنڌ تي آهي. چوٿون ڀيرو نبي ڪريم ﷺ جي دل مبارڪ کي ساڳي نموني ان وقت ڌوتو ويو، جڏهن معراج تي اُسهيا. ان وقت پاڻ سڳورن جي عمر مبارڪ ٥٢ ورهيه هئي، ۽ اها سونهاري رات ستاويهين رجب جي هئي.

## ايڪيهون معجزو

جڏهن بي بي حليمه نبي ڪريم ﷺ کي وٺي آئي، تڏهن سندن عمر مبارڪ چار سال هئي. بي بي صاحبه وٽ ٻه سال رهيا. جڏهن ڇهن سالن جا هئا، تڏهن سندن والده ماجده وفات ڪئي. ان ڪان پوءِ جناب عبدالمطلب پنهنجي پياري پوٽي کي پاڻ سان رهايو، ۽ ڏاڍي ناز ڪوڏ سان نپايائين . جڏهن ٻنهي جهانن جي سردار جي عمر اٺ ورهه، ٻه مهينا ۽ ڏهه ڏينهن هئي، تڏهن جناب عبدالمطلب هن جهان مان لاڏاڻو ڪيو. بعد ۾ سندن چاچي جناب ابو طالب، پاڻ ڪريم جن کي پاڻ وٽ رهايو ۽ ڏاڍي پيار سان سندن پرورش ڪيائين. ڪين پنهنجي اولاد کان به وڌيڪ ڀائيندو هو. هڪ ڀيري ٻنهي جهانن جا سردار پنهنجي چاچي جناب ابو طالب سان گڏ سفر ۾ هئا. هلندي اچي" ذولجاز" نالي جڳهه تي پهتا، جيڪا مڪي شريف جي اوڀر ۾ ٿورڙو ڏکڻ طرف آهي. اُتي جناب ابوطالب کي ڏاڍي اڃ لڳي، ۽ چوڻ لڳو: "اڃ لڳي آهي، پرڪتي به پاڻي آهي ڪونه". اهو ٻڌي پاڻ ڪريم جن زمين تي پنهنجي پير جي ڪڙي هنئين . پير جو لڳڻ ۽ پاڻيءَ جو اڇلون ڪري وهڻ. جناب ابو طالب ڍؤ ڪري پاڻي پيتو.

## ٻاويهون معجزو

هڪ ڀيري جڏهن نبي ڪريم ﷺ جي عمر ٻارهن سال، ٻه مهينا ۽ ڏهه ڏينهن هئي، تڏهن جناب ابو طالب سان گڏجي شام ڏانهن اُسهيا. ساڻن گڏ قريش جا ٻيا ماڻهو به هئا. جن ۾ حضرت ابو بڪر صديق

رضہ بہ هو. بصري شهر جي ٻاهران "بحيرا" نالي راهب رهندو هو. هي قافلو انهيءَ راهب جي رهائش واري هنڌ جي ڀرسان اچي لٿو. راهب، اڳ ۾ ڪڏهن بہ پنهنجي حجري کان ٻاهر نہ نڪتو هو. پر ان ڏينهن جيئن ئي قافلو لٿو، تہ هو ٻاهر نڪري آيو. هن حبيب ڪريم ﷺ جو هٿ وٺي چيو:

هٰـذا رسول رب العالمين يبعثه الله رحمة للعالمين

(هي رب العالمين جو رسول آهي، الله تعاليٰ هن کي اتاريو آهي، تہ جيئن جهانن لاءِ رحمت ڪري.)

قريشن راهب کان پڇيو، تہ توکي اها خبر ڪيئن پئي. هن وراڻيو، تہ مون پاڻ سڳورن کي ڇتن اهڃاڻن مان سڃاتو. پاڻ سڳورا جڏهن اوهان سان هليا ٿي، تہ وڻ ڪين ڏسي سجدو ڪرڻ لڳا. جبل جي پٿرن بہ جهڪي ڪين سلام ڪيو. مون ڪتابن ۾ پڙهيو آهي، تہ وڻ ٽڻ، پٿر ۽ پهاڙ نبي آخرزمان ﷺ کان سواءِ ٻي ڪي سجدو نہ ڪندا آهن. ان کان ... سندن نبوت جو ٻيو اهڃاڻ اهو آهي، تہ سندن ڪلهن مبارڪن جي وچ تي نبوت جي مهر هوندي. اها بہ مون ڏٺي. جڏهن حضرت ابوبڪر صديق رضہ اها ڳالهہ ٻڌي، تڏهن انهيءَ ئي مهل حضرت صديق اڪبر رضہ پاڻ سڳورن تي ايمان آندو.

راهب، انهيءَ ڏينهن سيني قريشن جي دعوت ڪئي. طعام تيار ڪري قريشن کي وٺڻ آيو. سيئي موجود هئا، پر حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ موجود ڪونہ هئا. پاڻ سڳورن کي ڪنهن ڪم سان موڪليو هئائون. اهو ڏسي راهب، پاڻ سڳورن ڏانهن ماڻهو موڪليو تہ ڪين وٺي اچن. پنهي جهانن جا سردار جڏهن اچي رهيا هئا، تڏهن ڪڪر مٿن ڇانو ڪَيُون ٿي آيو. جيڪڏهن بيهي ٿي رهيا، ڪڪر بہ بيهي ٿي رهيو. اهڙيءَ طرح پاڻ ڪريم جن جو ٽيون معجزو بہ ظاهر ٿيو. جڏهن مٿو مرسل قريشن وٽ پهتو، تہ هو وڻ جي ڇانوَ ۾ ويٺا هئا، ۽ وڻ جي سموري ڇانوَ وِلاري ڇڏي هئائون. پاڻ سڳورا ٿورو پري ٿي. اس ۾ ويٺا، تہ ان هنڌ بہ ڪڪر ڇانوَ ڪري بيٺو رهيو. وڻ بہ پنهنجو پاسو ورائي، حبيب ڪريم تي ڇانوَ ڪرڻ لڳو. اهڙيءَ طرح سيني مٿي مرسل

جي معجزن جو مشاهدو ڪيو.

راهب، قريشن کي چيو، تہ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ کي ڇڏي نہ ڏجو، ۽ سندن پَلوَ کان پري نہ ٿجو. ان ۾ اوهان جي دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي آهي. الله تعاليٰ پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ جو وڏو شان ڪيو آهي. ان کي پُٺِ نہ ڏجو. يعني ان جي نافرماني نہ ڪجو.

## ٽيويهون معجزو

حضرت رسول ڪريم ﷺ جي صداقت، امانت ۽ ديانت جون ڳالهيون ٻڌي، حضرت بيبي خديجہ الڪبريٰ ڪين سڏائي، پنهنجو واپار سندن سپرد ڪيو. انهيءَ سلسلي ۾ پاڻ ڪريم جن حضرت بيبي خديجہ الڪبريٰ جي غلام ميسري کي ساڻ ڪري، شام ملڪ ڏانهن اُسهيا، ان وقت پاڻ سڳورن جي عمر مبارڪ پنجويهہ ورهيہ هئي. ١۴ ذوالحج تي مڪي شريف مان روانا ٿيا. هلندي شام ملڪ ۾ پهتا، ۽ بصريٰ شهر جي ٻاهران اچي لٿا. واپاري قافلي وارن مان ڪو ڪٿي، ڪو ڪٿي وڃي رهيو. پاڻ ڪريم جن هڪ سڪل سڙيل وڻ وٽ اچي ويٺا، جيڪو پاڙ کان سڪي ٺوٺ ٿي چڪو هو. ان کي پن تہ ڪونہ هئا، پر ڏانڊيون، ٽاريون ۽ شاخون بہ پڃي ڀُري ويون هئس. اهڙي نموني بيٺي ان کي ورهيہ گذري چڪا هئا. منهنجو آقا، شفيع خيرالوريٰ جڏهن ان وٽ اچي ويٺا، تہ انهيءَ ئي گهڙيءَ وڻ مورجي، ساوو ٿي ويو، پن پيدا ٿي ويس، ۽ منجهس ٻور پيدا ٿي ٻهہ ٻهہ ڪرڻ لڳو. منجهس ميوو پيدا ٿي ويو، جيڪو ٽارين ۾ لڏڻ لڳو ۽ پاڻ سڳورن جي چوڌاري ڪري، پٽ تي پوڻ لڳو. ان ڪان سواءِ چوڌاري ساوڪ ۽ سبزي ٿي ويئي. اهڙيءَ طرح پاڻ ڪريم جن جي برڪت سان بهار واري صورت پيدا ٿي ويئي رب ڪريم پنهنجي پياري حبيب ڪريم ﷺ سان اهڙا ڀال ڀلايا.

ان وڻ جي لڳ هڪ جڳهہ هئي، جتي "نسطور" نالي هڪ راهب رهندو هو؛ جيڪو "بحيره" راهب جي مٽي پچائتا ان جو جاءِ نشين ٿي ويٺو هو. ان جڏهن اهو منظر ڏٺو، تہ ٻاهر نڪري اچي ٻنهي جهانن جي سردار کي نوڙي نياز ڪيائين ۽ سهسين سلام چيائين. ميسري چيو، تہ "رسولن کان سواءِ ڪو بہ هن وڻ وٽ نہ ويٺو آهي. حضرت عيسيٰ عليه

السلام کان پوءِ کو بہ هن وڻ وٽ نہ ويٺو آهي. هن سونهاري سپرين جو نالو مبارڪ محمد ﷺ آهي. هي الله تعاليٰ جو اعليٰ ۽ افضل رسول آهي. هي سيني ۾ پلو، سونهارو ۽ سڀاجهو آهي. هي آخر زماني جو نبي ۽ خاتم الانبياء آهي. هي ڪامل اڪمل آهي، ۽ الله تعاليٰ جي دين سان جهان ڪي روشن ڪندو. ماڻهو مٿانئس قربان پيا ٿيندا. سندن اهي وصفون ۽ صفتون مون توريت ۾ ڏٺيون آهن."

اي مولا پاڪ! نبيءَ جي نور جي زيارت ڪراءِ، شفيع جي شفاعت نصيب ڪري، هن ڏوهاريءَ جا ڏوهہ بخشجانءِ. رب ڪريم! سيني مسلمانن، جن ڪلمو پڙهيو آهي، انهن سيني ڪي پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ جي زيارت ۽ شفاعت نصيب ڪجانءِ.

## چوويهون معجزو

ٻي روايت ۾ آيو آهي، تہ مٿي ذڪر ڪيل وڻ جي ويجهو حجرا هئا، جتي هڪ راهب رهندو هو. ان جو نالو "نسطور" هو. هو "بحيرا" راهب جي مٺي پڄاڻا، ان جو گادي نشين ٿي ويٺو هو. نبي ڪريم ﷺ جن جڏهن وڻ جي هيٺان اچي ويٺا، تہ اهو راهب پنهنجي حجري مان نڪري آيو. نوڙي اچي پاڻ ڪريم جن ڪي سلام عرض ڪيائين. هو پڌري پٽ چوڻ لڳو، تہ هن وڻ جي هيٺان رسولن کان سواءِ ڪو ٻيو ماڻهو ويهي نہ ٿو سگهي. حضرت عيسيٰ کان پوءِ ڪو بہ ماڻهو هن جي هيٺان نہ ويٺو آهي. هي سونهارو سپرين بيشڪ محمد مصطفيٰ آهي، جيڪو الله جو آخري رسول آهي. هو جهان ۾ دين جي روشني ڦهلائيندو، ۽ جهل، ڪفر ۽ شرڪ جي ٻاٽ اونده ڪي ختم ڪندو. اي انسانو! اهڙي نبي سڳوري کان ڦِري نہ وڃجو ۽ انهن جي پيروي ڪجو.



# معجزن جو ٽيون قسم

## (رسالت جي اعلان کان پوءِ وارا معجزا)

### پنجويهون معجزو

معجزن مان وڏو معجزو قرآن شريف آهي؛ جيڪو نبي آخر زمان تي الله تعاليٰ جي طرفان نازل ٿيو. هي ڪتاب اسان کي الله تعاليٰ جا حڪم احڪام پهچائي ٿو؛ ۽ غلط راهه تان ڦيرائي، سنئين راهه تي هلائي ٿو. جن قرآن حڪيم موجب پنهنجي زندگي گذاري، تن دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي حاصل ڪئي. قرآن ڪريم جون ڪيتريون ئي برڪتون آهن، جيڪي رات ڏينهن اسان کي حاصل ٿين ٿيون. الله تعاليٰ پنهنجو ڪلام عالم جي امام سيدالمرسلين جي ذريعي اسان ڏانهن موڪليو آهي؛ ته جيئن اسان خدا جو خوف دل ۾ ڌاريون، سنئين رستي تي هلون ۽ چڱا ڪم ڪريون. جيڪو ماڻهو دل جي صدق سان رب جو ڪلام پڙهندو، الله تعاليٰ انهيءَ ٻانهي جون بَديون بخشي ڇڏيندو. مالڪ سائين دنيا ۽ آخرت ۾ ان جا درجا بلند ڪندو. رب العالمين قرآن شريف جي هڪ هڪ اکر تي ڪيس ڏهه اجر عطا ڪندو. قرآن ڪريم ۾ ٽي لک ٽيويهه هزار، ڇهه سؤ ايڪهتر (٣٢٣٦٧١) اکر آهن.

ڪلام الله جا ڪلما ستر هزار، چار سؤ اوڻيتاليهه (٧٠٤٣٩) آهن. قرآن شريف جون آيتون ڇهه هزار چار سؤ (٦٤٠٠) آهن؛ ۽ سورتون هڪ سؤ چوڏهن (١١٤) آهن. اهو حساب ڪتاب "بَستان" ۽ "اتقان" ۾ آيو آهي. قرآن شريف جون ايتريون ته فضيلتون آهن، جو انهن جو حد حساب ئي ڪونهي:

لها امعان کموج البحر في مدد

(انهي قرآن شريف ۾ معنائون سمنڊ جي موج وانگر آهن، جن کي علم جي امداد لاءِ پيئي مدد ملي.)

## چوبهون معجزو

حضرت حبيب كريم ﷺ ڏانهن الله تعاليٰ جو پيغام حضرت جبرئيل کڻي ايندو هو؛ ۽ واحد جا وحي رسائيندو هو. هن کان اڳ ۾ حضرت جبرائيل حضرت آدم کان حضرت عيسيٰ تائين سيني رسولن ۽ نبين ڏانهن ايندو رهندو هو. حضرت آدم ڏانهن ١٢ دفعا، حضرت ادريس ڏانهن ۴ ڀيرا، حضرت نوح ڏانهن پنجاهه دفعا، حضرت ابراهيم خليل الله ڏانهن ۴٢ ڀيرا، حضرت موسيٰ ڏانهن چار دفعا، ۽ حضرت عيسيٰ ڏانهن ڏهه ڀيرا آيو هو ۽ حضرت رسول كريم ﷺ ڏانهن ٢۴ هزار دفعا آيو.

## ستاويهون معجزو

هي معجزو رسول الله ﷺ جي معراج بابت آهي:

پاڻ كريم جنهن رات معراج تي اُسهيا ، اها جمعي رات هئي ۽ ٢٧ رجب هئي، ڪن روايتن ۾ سومر رات ته ڪن ۾ وري ڇنڇر رات آئي آهي. پاڻ سڳورن جي عمر مبارڪ ان وقت ۵٢ سال هئي. انهيءَ رات پاڻ كريم جن براق تي چڙهي مكي شريف كان مديني منوره روانا ٿيا. ڪيترائي ملائڪ ساڻن گڏ هئا. اهڙيءَ طرح بيت المقدس پهتا. اهو چاليهن ڏينهن جو پنڌ هو، جيڪو گهڙي پلڪ ۾ طئي ڪيائون. اتي سيني نبين جا امام ٿي، ڪين نفل نماز پڙهايائون. ان كان پوءِ ٻنهي جهانن جا سردار اين ڏانهن اُسهيا، تانجو سڀ پردا لنگهي وڃي پنهنجي پرينءَ کي پهتا. وچ تي جيڪي حجاب ۽ پردا هئا، اهي پري ٿي ويا، ۽ محبوبن کي واحد جو وصال حاصل ٿيو. قرآن حڪيم ۾ الله تعاليٰ اها حقيقت هن طرح بيان ڪئي آهي:

فكان قاب قوسين او ادنيٰ (النجم- ٩)

(پوءِ ٻن ڪمانن جيتري وٿي هئي، يا (ان کان به ) تمام ويجهو هو.)

قادر پنهنجي ڪرم سان پنهنجي حبيب كريم ﷺ کي عزت بخشي، ۽ ڳجهه ڳجهاندر ڳر هيا؛ جنهن جي قادر كريم كان سواءِ ٻي

ڪي ڪل ڪانهي. حضرت رسول ڪريم ﷺ پنهنجي رب کي صحيح اکين سان ڏٺو. اڪثر عالمن اهڙي فتويٰ ڏني آهي. پاڻ ڪريم جن فرمايو آهي:

رأيت ربي ليلة المعراج

(معراج واري رات مون پنهنجي رب کي ڏٺو)

پر اهو مرتبو ڪنهن ٻي کي به ڪڏهن حاصل ٿي نه ٿو سگهي، ته هو هن دنيا ۾ پنهنجي خالق کي پنهنجي اکين سان ڏسي؛ پوءِ توڙي جو اهو ڪو ولي هجي، پير هجي، يا حضرت حبيب ڪريم ﷺ کان سواءِ ڪو ٻيو نبي هجي. جيڪڏهن ڪنهن کي مشاهدو حاصل ٿئي ٿو، ته اها دل جي محسوسات آهي، ۽ نه اکين جو ڏسڻ. اهو دل جي محسوسات وارو مشاهدو به خواب ۾ هوندو، ۽ نه جاڳڻ يا سجاڳ واري حالت ۾.

ٻنهي جهانن جي سردار معراج تان موٽي، اچي آسمانن جا عجائبات بيان ڪرڻ فرمايا، ته اسان ملائڪ، حورون، جنتون، حجرا، محل ۽ ماڙيون ڏٺيون. انهن کان سواءِ انبياء عليهم السلام سان ملاقاتيون ٿيون. پاڻ سڳورن مسجد اقصيٰ، عرش، ڪرسي ۽ سدرة المنتهيٰ جون خبرون ڏنيون. ڪافرن انهن ڳالهين کي مڃڻ کان انڪار ڪيو. هو چوڻ لڳا، ته اسان تڏهن مڃينداسون، جڏهن اوهين بيت المقدس جا پورا اهڃاڻ ٻڌائيندا. ان تي سچي سردار جي دل ۾ هٽڪتو ٿيو، ته ڪافر الائي ڪهڙا اهڃاڻ پڇندا. ايئن ڪندي، حضرت جبرائيل بيت المقدس پنهنجي پرن تي کڻي اچي سندن سامهون جهليو. ڪافرن جيڪي اهڃاڻ پڇيا، پاڻ سڳورن اُتي جو اُتي ڏسي ڪين ٻڌايا. الله تعاليٰ پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ سان اهڙا ڪرم ڪيا. ان کان سواءِ ڪافرن پاڻ سڳورن کان پڇيو، ته اوهان انهن قافلن کي ڪٿي ڏٺو، جيڪي مڪي مان نڪتا هئا، ۽ بيت المقدس ڏانهن وڃي رهيا هئا، ۽ اهي ڪيترا هئا. ٻنهي جهانن جي سردار ڪين ٻڌايو، ته اسان اهي قافلا فلاڻي هنڌ ڏٺا. اهي هيترا هئا، انهن سان ماڻهو ۽ اٺ هيترا هئا. نه فقط ايترو، پر پاڻ ڪريم جن ڪين اڳواٽ ٻڌايو، ته اهي قافلا اربع ڏينهن مڪي موٽي ايندا؛ ۽ سج اڀرڻ سان شهر ۾ داخل ٿيندا. انهن سان گڏ ميري رنگ جو اٺ هوندو، جيڪو نه ڪارو نه اڇو هوندو؛ پر

ڳوهہ جي رنگ جهڙو هوندو. ان تي ڏاڍو ڪارو پلاڻ هوندو، ۽ ٻہ جوال هوندا. جڏهن قافلو موٽي آيو، تہ اهو اٺ ڏسڻ لاءِ ڪافر اچي گڏ ٿيا. هنن اکين سان سڀ ڪجهہ ڏٺو، ان هوندي بہ اسلام تي نہ آيا. انهن جا قلب ڪارا هئا، ۽ پٿر کان وڌيڪ سخت هئا.

## اٺاويهون معجزو

پاڻ ڪريم جن جڏهن اٺيتاليهن ورهن جا هئا، ۽ مڪي شريف ۾ رهندا هئا، تڏهن قريشي اچي وٽن گڏ ٿيا. ڪين چيائون، تہ اسان کي اهو معجزو ڏيکاريو، جو چنڊ چيرجي پوي. پاڻ سڳورن اشهد آڱر سان چنڊ ڏانهن اشارو ڪيو. اها چوڏهينءَ جي رات هئي. انهيءَ ئي گهڙيءَ چنڊ چيرجي ٻہ ڦاڪون ٿي پيو. قرآن حڪيم ۾ آيو آهي:

اقتربت الساعة وانشق القمر (القمر ١)

(گهڙي (قيامت) جي ويجهي آئي ۽ (نبيءَ جي معجزي سان) چنڊ چيرجي (ٻہ اڌ) ٿي پيو.)

چنڊ جا ٻئي ٽڪر هيٺ لهي آيا: هڪڙو جبل جي ساڄي پاسي کان ۽ ٻيو کاٻي پاسي کان. ٻنهي جي وچ تي جبل "حرا" ڏسڻ ۾ ٿي آيو. ان هوندي بہ ڪافر اسلام تي نہ آيا. چوڻ لڳا، اهو جادو آهي. ايئن چئي حقيقت کي نہ مڃيائون.

ڪن ڪتابن ۾ آيو آهي، تہ چنڊ چيرجي اچي پاڻ سڳورن جي گريبان ۾ ٻيٺو. پر اها روايت صحت کي پهتل نہ آهي. اها روايت ڪتاب "مواهب لدنيہ" ۾ آئي آهي.

مطلب تہ نبي ڪريم ﷺ جي فضيلتن، خصوصيتن ۽ خوبين جو ڪنڌي ڪنارو ئي ڪونهي. پاڻ ڪريم جن جي ڪرم ۽ احسان جو ڪو ڇيهہ ئي ڪونهي.

## اڻٽيهون معجزو

حضرت حبيب ڪريم ﷺ جي حسن جي ڪا حد حساب ئي ڪونهي. نورالانبياء ﷺ جو چهرو چوڏهينءَ جي چنڊ جيان چمڪندو هو ۽ مجلس کي منور ڪندو هو. سندن سونهن جي سوجهري جو اُهاءُ اين

۾ بہ هو. سندن منهن مبارڪ سج چنڊ ڪان بہ وڌيڪ سهڻو ۽ روشن هو. حضرت محمد مير ﷺ جي نظر فيض اثر جهلڪا ڏيندي هئي.

منزهة عن شريڪ محاسنه

(پنهنجي صورت، شبيهہ وغيره ۾ شريڪ کان پاڪ ٿيل آهي.)

شمائل النبوي جي شرح ۾ آيو آهي، تہ پاڻ سڳورا سراپا سونهن ۽ سڳنڌ هئا. هڪ ڀيري هڪ پٽ وٽان اچي لنگهيا. پٽ تي نور واري نظر جو وڌائون، تہ نور جي اثر سبب پٽ جي پريان سڀ ڪجهہ ڏسڻ ۾ اچڻ لڳو. جيڪو پٽ جي پريان اچي ٿي بيٺو، تہ اهو صاف نظر ٿي آيو. سڀاجها سائين اهڙا سونهارا هئا. سندن سونهن جو ڪو حد حساب ئي ڪونہ هو.

سندن سونهن سان چنڊ ڪتيون مَٽَ پئي نہ ٿا سگهن. حضرت يوسف عليه السلام کان بہ سندن سونهن سرس هئي. جهان ۾ سندن ڪو بہ جوڙ جيس ڪونهي. جن حضرت يوسف عليه السلام جي سونهن ڏسي، پنهنجا هٿ وڍيا هئا، اهي جيڪڏهن ٻنهي جهانن جي سردار جو حسن ۽ جمال جو جلوو پسن ها، تہ هوند پنهنجا هنيان (دليون) وڍي ڇڏين ها. سڀاجهي سائينءَ ڪين نور جو تجلو ڏنو هو. جنهن جي تجليءَ سبب جهانن ۾ سوجهرو آيو. هي حسن ۽ جمال، سونهن ۽ سوجهرو سندن جمال جي جلوي سبب آهي. پاڻ سڳورا ئي ڪائنات جا ڪارڻي آهن. هي جهان سندن طفيل وجود ۾ آيو آهي.

سيرت شامي ۾ آيو آهي، تہ حضرت ام المومنين بي بي عائشہ صديقہ رضي الله تعاليٰ عنها روايت ڪئي، تہ هڪ رات جيئن مون ڪپڙو ٿي سبيو، تہ سئي گم ٿي ويئي. ايئن ڪندي نبي ڪريم ﷺ منهنجي گهر ۾ داخل ٿيا. نبي جي نور جي جلوي سبب، سئي پڌري پٽ ڏسڻ ۾ آئي. ڏاتر پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ کي اهڙو حسن ۽ جمال ڏنو هو. اهڙي صاحب جمال جون وصفون ۽ صفتون، ثنا ۽ ساراهہ دل جي صدق سان ٻڌڻ گهرجن.

## ٽيهون معجزو

نبي ڪريم ﷺ سان پٿر بہ چٽو ڳالهائيندا هئا. پهاڙ بہ صدق سان

ڪين سجدا ڪندا هئا. وڻ به خوشيءَ وچان پاڻ سڳورن سان ڳالهيون ڪندا هئا، ۽ ڪين سلام چوندا هئا. پاڻ ڪريم جن جي مدح بيان ڪندي، حضرت علي ڪرم الله وجهه فرمايو: ته جڏهن مڪي مان هلندا هئاسين ته واٽ تي وڻ ٽڻ، جبل ۽ پهاڙ پاڻ سڳورن کي سلام چوندا هئا. چوندا هئا: "السلام عليڪ يا رسول الله." اهو سلام وارو آواز مون پنهنجن ڪنن سان ڪيترائي ڀيرا ٻڌو.

حبيب ڪريم ﷺ پاڻ فرمايو، ته مڪي جي جبلن جا جيڪي پٿر اسان کي سلام چوندا هئا، انهن مان هڪڙو پڌرو سڃاڻيندس، جنهن ان وقت سلام چيو هو، جڏهن نبوت جو وحي نازل ٿيو هو. ان پٿر بابت عالمن ۾ اختلاف آهي. ڪن جو چوڻ آهي، ته اهو حجراسود آهي. ڪن وري ڪنهن ٻي پٿر بابت چيو آهي، جيڪو مڪي شريف ۾ صاف نظر اچي ٿو. ماڻهو ان کي سڃاڻي، برڪت لاءِ ان کي هٿ لائيندا آهن. اهو پٿر مڪي شريف جي گهٽي "زقاق المرفق" ۾ آهي. حضرت ابو بڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه جي حويلي ان جي لڳ آهي. الله تعالیٰ نبي ڪريم ﷺ سان ڳالهائڻ لاءِ ان پٿر کي زبان ڏني هئي، جيڪا اجا به ان پٿر تي نظر اچي ٿي. سڀ ڪو ان پٿر جي زيارت ڪري، ان کي ڏسي پسي ٿو. سونهاري سيد جي سدائين ثنا ۽ ساراهه ڪرڻ گهرجي.

## ايڪٽيهون معجزو

حضرت رسول ڪريم ﷺ جي ثنا پٿريون به بيان ڪنديون هيون. اها پاڻ سڳورن جي نبوت جي نشاني هئي جو: وبڪفه حمد الحصیٰ. (يعني هٿ جي مٺ وارين پٿرين پاڻ ڪريم جن جي ثنا ڪئي.) حضرت ابوذر رضه کان روايت آهي، ته هڪ ڀيري حضرت ﷺ جن جي مجلس ۾ ويٺو هوس: سندن چوڌاري صحابه ڪرام ويٺا هئا. پاڻ سڳورن ست پٿريون ڳٽي هٿ جي مٺ ۾ ڪيون. پوءِ اهي پٿريون ڀنور جي ڀٽڪي جهڙي آواز ۾ ثنا ۽ صفت بيان ڪرڻ لڳيون. اهي پٿريون وري حضرت ابو بڪر صديق رضه کي ڏنائون. ان جي مُٺِ ۾ به اهي پٿريون ثنا ۽ صفت بيان ڪنديون رهيون. انهن جو آواز مجلس ۾ ويٺل هر هڪ مومن ٻڌي رهيو هو. ان کان پوءِ اهي پٿريون حضرت عمر فاروق رضه کي

ڏنائون، تہ ان جي مُٺِ ۾ بہ اهي حمد ۽ ثنا ڪنديون رهيون. اهڙيءَ طرح سان حضرت عثمان غني رضہ ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهه کي ڏنائون، تہ انهن جي مُٺِن ۾ بہ حمد بيان ڪنديون رهيون ۽ پاڻ ڪريم جن جي ثنا ۽ صفت ڪنديون رهيون.

حضرت حبيب ڪريم ﷺ جون ايڏيون تہ فضيلتون، خوبيون، خصوصيتون، مانَ ۽ مرتبو آهي، جيڪو بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي.

## ٻٽيهون معجزو

حضرت عبدالله بن مسعود کان روايت آهي، تہ حضرت رسول ڪريم ﷺ سان اسان ڪيترائي ڀيرا گڏ کاڌو. اسان کاڌي مان حمد ۽ ثنا جو آواز ٻڌندا هئاسون. يعني طعام بہ پاڻ سڳورن جي سامهون حمد ۽ ثنا بيان ڪندو هو. مطلب تہ سمورا عالَمَ پاڻ ڪريم ﷺ جن جي ثنا ۽ صفت بيان ڪندا رهن ٿا.

## ٽيٽيهون معجزو

هڪ ڀيري حضرت نبي ڪريم ﷺ جي مجلس ۾ حضرت عباس رضہ ۽ ان جا فرزند ويٺا هئا. پاڻ سڳورن انهن کي چادر ۾ ويڙهي دعا گهري، تہ "اي منهنجا مالڪ! هي منهنجو چاچو آهي، ۽ هي سندس فرزند آهن. آخرت ۾ عذاب کان انهن جو ائين ڍڪ ڍڪجانءِ جيئن مون مٿن چادر وجهي کين ڍڪيو آهي." ان دعا کان پوءِ ڀتين ٽي ڀيرا "آمين" چيو. جيڪي ماڻهو اتي هئا، انهن اهو آواز ٻڌو.

رب ڪريم پنهنجي حبيب ڪريمﷺ کي هر طرح سان نوازيو هو. منهنجي دل ۾ پنهنجي آقا ٻنهي جهانن جي سردار جي بي انتها سڪ آهي. پاڻ سڳورن جي زيارت ۽ مدني مير جي منارن پسڻ جي بي پناهہ اڪير آهي . اي جهانن جا مالڪ، مون کي مديني جا منارا ڏيکار. اي ڪريم، پنهنجو ڪرم ڪري هن عاجز کي مدني آقا ﷺ جي زيارت ڪراءِ. اي منهنجا مولا! سڏيندڙن جا سڏ ٻڌندو آهين ۽ خالي هٿين نہ موٽائيندو آهين. اي منهنجا پالڻهار! سڀني مومن، جن زبان سان ڪلمو چيو آهي، انهن جا ڏوهہ ۽ خطائون بخش.

## چوٿيھون معجزو

ھڪ ڀيري رسول ڪريم ﷺ پنھنجي صحابن جي سٿ سان سفر تي نڪتا. واٽ تي ھڪ اعرابي گڏين. پاڻ سڳورن ڪيس فرمايو: اي اعرابي! ڪيڏانھن پيو وڃين. اعرابيءَ چيو تہ ڪنھن ڪم سان ويو ھوس: ھاڻي موٽي گھر پيو وڃان. پاڻ ڪريم جن مرڪي ڪيس فرمايو، تہ دل جي صدق سان جيڪڏھن ڪلمون پڙھين، تہ تنھنجو ڏاڍو ڀلو ٿئي. اعرابي چوڻ لڳو، تہ شاھديءَ طور ڪو معجزو ڏيکاريو، تہ دل ۾ صدق پيدا ٿئي، ۽ سچو ويساھہ اچي. ان تي پاڻ سڳورن وڻ ڪي شاھد بڻايو، جيڪو اتي بيٺو ھو. پاڻ سڳورن جي سڏڻ تي وڻ ڌرتيءَ کي چيريندي، پاڻ ڪريم جن جي آڏو اچي نوڙي سجدو ڪيو:

جاءَت لدعوته الاشجار ساجدة

(يعني: پاڻ سڳورن جي سڏڻ تي وڻ آيا، ۽ سجدو ڪيائون.)

وڻ ڪان ٽي ڀيرا پاڻ سڳورن شاھدي پڇي. ٽئي ڀيرا وڻ چٽي آواز سان شاھدي ڏني، تہ بيشڪ توھان الله تعالىٰ جا سچا رسول آھيو.

نبي ڪريم جن سونھن ۾ سيني ڪان سرس ھئا. حسن جمال ۾ ڪو بہ سندن مٽ ثاني ڪونہ آھي. اھڙو نہ ڪو ٿيو آھي ۽ نہ ٿيندو. عاجزن جو اجھو، ۽ پرجھلو آھي. سڀ خلق ۾ وڏيڪ سڀاجھو، رھبر، ھادي، ۽ رھنما آھي.

وڻ شاھدي ڏيڻ کان پوءِ اجازت وٺي، سلام ڪري، موٽي پنھنجي جاءِ تي وڃي بيٺو. اعرابيءَ اھو معجزو ڏسي ايمان آندو ۽ اسلام ۾ داخل ٿيو. اھڙي سڀاجھي سائينءَ جي ڪھڙي صفت ڪري ڪھڙي ڪجي. زبان کي طاقت نہ آھي، جو ان جا اوصاف بيان ڪري سگھي. انھيءَ شفيع جي طفيل جملي جھان روشن ٿيا.

## پنجٽيھون معجزو

ھڪ ڀيري بني عامر مان ھڪ اعرابي پاڻ ڪريم جن جي خدمت ۾ آيو. ادب سان عرض ڪيائين، تہ ڪيئن سمجھون، تہ توھان الله جا رسول آھيو. ان تي سيد سونھاري ڪيس چيو، تہ جيڪڏھن ھي ڪارڪن جو ڇڳو، جيڪو کجيءَ ۾ لٽڪي پيو، اھو جيڪڏھن لھي اچي شاھدي

ڏئي، تہ پوءِ توکي ويساهہ ايندو؟ اعرابيءَ اها ڳالهہ مڃي. ٻنهي جهانن جي سردار ڪارڪن جي ڇڳي کي سڏيو. ڇڳي لهي اچي، پاڻ سڳورن کي سلام پيش ڪيو، ۽ چوڻ لڳو، تہ توهان بيشڪ الله جا سچا رسول آهيو. جن توهان جي تابعداري ڪئي، اهي الله تعالىٰ جا پسنديده ٻانها ٿيا. اوهان جي نور واري نظر جي طفيل، توهان جي پيروي ڪندڙ بہ سراپا نور ٿي ويا. ڇڳي جڏهن اها شاهدي ڏني، تہ پاڻ ڪريم جن کيس موٽي وڃڻ لاءِ چيو. ڇڳو موٽي پنهنجي ماڳ تي ويو. ۽ اعرابيءَ اهو معجزو ڏسي ايمان آندو.

## ڇٽيهون معجزو

هڪ ڀيري ڪافرن جون ٻڇڙايون ڏسي حضرت حبيب ڪريم ﷺ ڪجهہ قدر غمگين ٿيا. ان تي الله تعالىٰ حضرت جبرائيل کي ڏانهنِ موڪليو تہ اسان جي حبيب کي وڃي دلجاءِ ڏي، ۽ کين چؤ تہ غم نہ ڪن. حضرت جبرائيل پاڻ ڪريم جن وٽ اچي کين چيو، تہ الله تعالىٰ توهان تي جيڪي ڪرم ڪيا آهن، اچو تہ اهي اوهان کي ڏيکاريان. ايئن چئي حضرت رسول ڪريم ﷺ کي وٺي ٻاهر آيو؛ ۽ هڪ وڻ وٽ اچي ويٺا. حضرت جبرائيل کين عرض ڪيو، تہ وڻ کي سڏيو تہ اوهان وٽ اچي. پاڻ سڳورن وڻ کي سڏيو تہ وڻ زمين کان ٻاهر نڪري، هلي پاڻ سڳورن وٽ آيو ۽ سلام عرض ڪري ادب سان بيهي رهيو. پوءِ پاڻ سڳورن جي ثنا ۽ صفت بيان ڪرڻ لڳو. ان کان پوءِ حضرت جبرائيل ٻنهي جهانن جي سردار کي عرض ڪيو، تہ هاڻي وڻ کي اجازت ڏيو، تہ پنهنجي ماڳ تي موٽي وڃي. وڻ کي جڏهن پاڻ سڳورن موڪل ڏني ، تہ هو موٽي وڃي پنهنجي جاءِ تي بيٺو.

اهو ڏسي پاڻ ڪريم جن ڏاڍو خوش ٿيا، ۽ غم لهي وين.

## ستٽيهون معجزو

حضرت جابر کان روايت آهي ، تہ هڪ ڀيري حضرت رسول ڪريم ﷺ ٻاهر قضا حاجت لاءِ روانا ٿيا؛ مان ساڻن گڏ هوس. هڪ واديءَ ۾ وياسون، پر اتي ڪا اهڙي جاءِ نہ هئي، جو پاڻ سڳورا اوٽا ٿا

ٿي قضا حاجت لاءِ ويهن. پنهي پاسن کان وڻ بيٺا هئا. هڪڙي وڻ جي ٽاريءَ کي جهلي وڻ کي چيائون، ته اسان سان گڏ اچ. ان تي وڻ ڏاڍي ادب سان سندن پٺيءَ لڳو. ايئن جيئن کو اوٺي، اٺ کي مهار کان جهلي وٺي هلندو آهي.

ايئن وڻ کي وٺي اچي بيهاريائون. ٻي وڻ کي به سڏي، ان جي پرسان بيهاريائون ۽ کين فرمايائون، اسان جي اوٽ ڪيو. وٽن پنهنجا ڏار ۽ ٽاريون هيٺ ڪيون، ۽ پاڙون مٿي اڀيون ڪيائون. اهڙيءَ طرح پاڻ سڳورن جي قضا حاجت لاءِ مڪمل پردو ڪيائون. جڏهن پاڻ سڳورا قضا حاجت کان فارغ ٿي حضرت جابر وٽ آيا، ته وڻ موٽي پنهنجي ماڳ تي وڃي بيٺا.

## اٺٽيهون معجزو

نبي ڪريم ﷺ جن مديني منوره هجرت ڪري اچڻ کان پوءِ مسجد نبوي بنائي. منبر لاءِ ان ۾ کجيءَ جو ٿڙ رکيائون، جنهن تي بيهي جمعي ڏينهن خطبو ڏيندا هئا. جڏهن مسلمانن جو تعداد وڌيو، ۽ نمازين جي تعداد ۾ اضافو ٿيو، تڏهن ٽن ڏاڪن وارو منبر تعمير ڪرايائون. پاڻ سڳورن کي مديني منوره ۾ رهندي اهو اٺون سال ٿيو هو. پنهي جهانن جا سردار جڏهن کجيءَ جي ٿڙ وارو منبر ڇڏي، ان نئين منبر تي بيهي خطبو پڙهڻ لڳا، ته ٿڙ مان صاف روئڻ جو آواز اچڻ لڳو. هو درد مان دانهون ڪري روئي رهيو هو:

وحن اليه الجزع عند فراقه (يعني : پاڻ سڳورن جي وڇوڙي جي ڪري، درد جون دانهون ڪري، ٿنيو رنو.)

پاڻ سڳورا سندس وڇوڙي جا ورلاپ ٻڌي، نئين منبر تان لهي آيا. ڪيس ڀاڪر ۾ ڪري، دلجاءِ ڏنائون. ڪيس فرمايائون، ته جيڪڏهن اجوڪي ڏينهن صبر ڪندين، ته آخرت ۾ بهشت جا وڻ تو مان ڦٽندا. محبوب خدا ﷺ جي پرچائڻ تي ٿڙ دانهون ڪرڻ کان بس ڪئي؛ هو پوءِ ايئن سڏڪا ڀريندو رهيو، جيئن ٻار کي روئڻ مهل جڏهن ماءُ، پيءُ پرچائيندا آهن، ته روئڻ بند ڪرڻ کان پوءِ سڏڪا ڀريندو آهي.

## اٺيتاليهون معجزو

هڪ ڀيري حضرت رسول ڪريم ﷺ جن ڪنهن پاسي وڃي رهيا هئا. حضرت ابوبڪر صديق رضہ، حضرت عمر فاروق رضہ، حضرت عثمان رضہ، ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهه ساڻن گڏ هئا. پاڻ سڀني جي هيبت کان جبل ڏڪڻ لڳو. ان تي حضرت حبيب ڪريم ﷺ جبل کي چيو:

اثبت يا احُد فانما عليڪ - نبي وصديق وشهيدان.

(اي احد! ثابت قدم رهہ، ڇاڪاڻ جو توتي رڳو نبي، صديق، ۽ ٻہ شهيد چڙهيا آهن.)

فرمايائونس تہ ڏونگر ڇو تون ڏڪين، ۽ ڇو تون لڏين؟ توتي نبي، صديق ۽ ٻہ شهيد چڙهيل آهن.

جڏهن احد جبل اهي مٺا ۽ پيارا لفظ ٻڌا، تہ هن ڏڪڻ ڇڏي ڏنو، چپ ڪري بيهي رهيو، ۽ ڏڪ ۽ هيبت ڇڏي ويس. اهو نبي ڪريم ﷺ جو معجزو آهي.

ان سان گڏ پاڻ سڳورن حضرت عمر رضہ ۽ حضرت عثمان رضہ لاءِ فرمايو تہ اهي ٻہ شهيد آهن. پوءِ اڳتي پڌرو ٿيو، تہ ٻئي شهيد ٿيا. اهڙيءَ طرح اهو معجزو بہ ظاهر ٿيو. مطلب تہ سچي پيغمبر ﷺ اسان کي سچيون خبرون ٻڌايون. اهڙي نرمل نور جي سدائين ثنا ڪرڻ گهرجي.

## چاليهون معجزو

هڪ ڀيري هڪ عورت پنهنجي نياڻي نبي ڪريم ﷺ وٽ وٺي آئي، جنهن کي هڪ اک هئي. ان عورت اچي عرض ڪيو، تہ هن کي دعا ڪريو، تہ الله تعاليٰ سندس ٻي اک بہ سلامت ڪري. ٻنهي جهانن جي سردار دعا گهري ، تہ ان کي الله تعاليٰ جي فضل ۽ ڪرم سان ٻي اک بہ ٿي پيئي.

اها خبر يمامہ شهر ۾ بہ پهتي تہ نبي ڪريم ﷺ جي دعا جي برڪت سان هڪ اک واريءَ کي ٻي اک بہ ٿي پيئي آهي. اها خبر يمامہ جي مسيلمہ ڪذاب کي بہ پيئي، جنهن ڪوڙي پاڻ کي نبي ٿي سڏايو. ٻي هڪ عورت، هڪ اک واري ٻيءَ نوجوان عورت کي مسيلمہ بن

ڪذاب وٽ وڃي ويئي ۽ ان کي چيائين، ته هن کي دعا ڪري،ته هن کي بي اک به ٺيڪ ٿئي. مسيلمه ڪذاب، ان عورت جي اک تي هٿ گهمايو ته ان جي اڳين هڪ اک به چٽ ٿي ويئي. اهڙيءَ طرح ان ڪافر مسيلمه ڪذاب جو ڪارو منهن ٿيو ۽ خوار خراب ٿيو. الله تعاليٰ پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ جو وڏو شانُ ڪيو آهي.

## ايڪيتاليهون معجزو

هڪ ڀيري هڪ نابين شخص رسول الله ﷺ جن جي خدمت ۾ آيو، ۽ عرض ڪيائين، ته دعا ڪريو، ته اکين ڪان سجهو ٿيان. پاڻ سڳورن کيس فرمايو، ته وضو ڪري اچي ٻه رڪعتون نماز پڙهه ان ڪان پوءِ اسان جو نالو وٺي دعا گهر. الله تعاليٰ ڪندو، ته توکي اکيون ٺيڪ ٿي ويندي يون. جيئن پاڻ ڪريم جن فرمايس، تيئن وڃي ڪيائين. الله تعاليٰ جي فضل ۽ ڪرم سان کيس اکيون ٺيڪ ٿي ويئون. پياري حبيب ڪريم ﷺ اسان امتين تي ايڏو ٻاجهارو آهي. ان جي اسم مبارڪ وٺڻ سان سڀ ڏک ۽ درد دور ٿي وڃن ٿا. الله تعاليٰ انهن جون مشڪلاتون حل ڪندو، ۽ ڪم پورا ڪندو، جيڪي اوير سوير، ڏکي سکيءَ ۾ نبي ڪريم ﷺ جو نالو وٺندا.

## ٻائيتاليهون معجزو

روايت آهي، ته قتادة بن نعمان کي جنگ احد ۾ اک وٽ ڏڪ لڳو، جنهن ڪري سندس اک جي ماٽڪي نڪري، ڳل وٽ لڙڪڻ لڳي، انهيءَ حال ۾ هو حضور ﷺ جي خدمت ۾ آيو. پاڻ سڳورن سندس اک پنهنجي هٿ مبارڪ ۾ ڪٽي، پنهنجي جاءِ تي رکي. ان ڪان پوءِ دعا گهريائون. الله تعاليٰ جي فضل ۽ ڪرم سان اک صحيح سلامت ٿي ويئي، ۽ ان جي روشني اڳي ڪان به چٽي ٿي ويئي. جيڪڏهن ٻي اک ۾ ڪڏهن ڪا تڪليف ٿيندي هيس، تڏهن به هن اک ۾ ڪڏهن به ڪا تڪليف نه ٿيس. ان حبيب ڪريم ﷺ جي ڪهڙي مدح بيان ڪري ڪهڙي ڪبي. زبان کي طاقت نه آهي، جو پاڻ سڳورن جي مدح جو پورو حق ادا ڪري سگهي.

## ٽيتاليهون معجزو

هڪ ڀيري معاذ بن عمر پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ آيو. ڪيس ٻانهن تي ڪنهن ترار جو ڌڪ هنيو هو. ماس سڄو وڍجي ويو هوس. ٻنهي جهانن جي سردار ٻانهن تي ماس ورائي رکي، هٿ گهمايو، ته ماس مڙي ويو، ۽ زخم ڀرجي ٺيڪ ٿي ويو. ايتري قدر جو زخم جو نشان به نه رهيو. سچي سيد المرسلين جا اهي معجزا هئا.

## چوئيتاليهون معجزو

ڪلثوم بن حصين کي جنگ احد ۾ نڙيءَ وٽ گهاءُ رسيو؛ جيڪو نڙي چيري وڃي ڪنڌ تائين پهتو. حبيب ڪريم ﷺ جن جڏهن ڪيس، ان حالت ۾ ڏٺو، ته ماس پاڻ ۾ ملائي ، ان تي پنهنجي پڪ مبارڪ مڪيائون. انهيءَ ئي گهڙي زخم درست ٿي ويو، ۽ اهو خوش چڱو ڀلو ٿي ويو. ايتري قدر جو چڻ ته ڪجهه ٿيو ئي ڪونه هوس.

سونهاري سيد جي ڪهڙي مدح ڪري ڪهڙي مدح ڪبي؛ جنهن جي وصفن ۽ صفتن، خوبين ۽ خصوصيتن جو ڪنڌي ڪنارو ئي ڪونهي. جنهن جي ساراهه خود رب ڪريم ڪئي، ان جي مدح بيان ڪرڻ جو حق ڪهڙي زبان پوريءَ طرح ادا ڪري سگهندي؟! منهنجا مالڪ سائين، مڙني مومن، جن زبان سان ڪلمو چيو آهي، انهن کي ٻنهي جهانن جي سردار جي زيارت ۽ شفاعت نصيب ڪر.

## پنجيتاليهون معجزو

پاڻ سڳورن ﷺ جي زماني ۾ هڪڙا انصاري شخص پوکي راهي ڪندا هئا. هو پنهنجي ٻنين کي ٻنا ڏيئي، انهن ۾ پاڻي ورائيندا هئا. کوهه مان پاڻي ڪيڻ لاءِ اٺ کي نار ۾ ٻڌندا هئا. ڪجهه وقت کان پوءِ اٺ ڪراڙو ٿي پيو، ۽ نار ۾ وهڻ کان صفا پڙ ڪيي بيٺو. ٻنين کي پاڻي جو نه مليو، ته وڻ ٽڻ، ٻنيون ٻارا سُڪڻ لڳا. اهو حال ڏسي، انهن انصارن پاڻ ڪريم جن جي خدمت ۾ اچي سڄو احوال رکيو. ٻنهي جهانن جي سردار پنهنجا صحابہ ڪرام ساڻ ڪري، اٺ جي طرف اُسهيا. انصارن عرض ڪيو ”يارسول الله! اٺ ڏاڍو ڪٽر آهي، ۽ چرين وانگر ماڻهن کي

چڪ ٿو پائي. خدا نہ ڪري، جو اوهان تي بہ حملو نہ ڪري،" ان تي پاڻ سڳورن فرمايو، تہ منهنجو رکٿهار منهنجو رب ڪريم آهي. ايئن ڪندي جڏهن اٺ وٽ اچي پهتا، تہ اٺ ادب وچان پاڻ سڳورن کي سجدا ڪرڻ لڳو. پنهنجي پيشاني زمين تي گهَڻَ لڳو، ۽ ٻنهي جهانن جي سردار جا هٿ چُمي، پير چُمي.

محمد جهرت جاء والبعيرا له مسلماً قبل الكفين والقدم

(محمد ﷺ ظاهر ظهور آيو، ۽ اڳيان اٺ ان لاءِ سر تسليم خم ڪيو، ۽ هٿ پير چمڻ لڳو.)

ان کان پوءِ پاڻ سڳورن ڪيس جهلي، نار ۾ ٻڌو. ان کان پوءِ اٺ، انصارن جي اهڙي چٽي ۾ اچي ويو، جو جيئن چونس تيئن پيو ڪري. اهو حال ڏسي، صحابہ ڪرام عرض ڪيو، تہ اسان کي بہ اجازت ملي، تہ اوهان کي سجدو ڪريون. نبي آخر زمان ﷺ فرمايو، تہ ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي، ڪنهن بہ انسان توڙي مون کي سجدو جائز ڪونهي. اسان سڀني کي انهي رب ڪريم کي سجدو ڪرڻو آهي، جيڪو خالق ۽ مالڪ آهي، اڪيلو آهي، ۽ ان سان ڪو بہ شريڪ ڪونهي.

## ڇائيتاليهون معجزو

حضرت يلعلٰي رضہ کان روايت آهي، تہ ڀيري اسان نبي ڪريم ﷺ سان گڏ وڃي رهي هئاسون، تہ هڪ نار ۾ اٺ ٻڌل ڏٺو سون؛ انهيءَ اٺ پاڻ سڳورن کي ڏسي، ٽي ڀيرا پنهنجو ڪنڌ زمين تي رکيو. اکين مان ڳوڙها وهڻ لڳس. اهو ڏسي ٻنهي جهانن جي سردار ماڻهن کان پڇيو، تہ هي اٺ ڪنهن جو آهي. ڪين ٻڌايو ويو تہ هي فلاڻي ماڻهوءَ جو آهي، جيڪو فلاڻي هنڌ رهندو آهي. پاڻ ڪريم جن ان ماڻهوءَ کي گهرائي پڇيو، تہ جيڪڏهن هي اٺ وڪڻين تہ ماڻهو ان جو جيڪو ملهہ ڪن، اهو توکي ڏيون. تنهن تي ان شخص عرض ڪيو، تہ يا رسول الله! دل گهري ٿي، تہ هي اٺ توهان کي بخش ڪريان؛ پر منهنجي ملڪيت فقط اها ئي آهي. ان کان سواءِ ٻيو ڪو وهٽ ڪونهي؛ انهيءَ تي منهنجي پيٽ قوت جو دارو مدار آهي. پاڻ فرمايائونس، تہ مون کي اٺ وٺڻ جو خيال ڪونهي؛ پر اٺ تنهنجي گلا پيو ڪري، هو شڪايت ٿو ڪري، تہ تون

هن کان ڪم گهٽو ٿو وٺين، ۽ گاهہ ٿورو ٿو ڏين. هن جو سڏ سٽي ، منهنجي روح ۾ رحم اچي ويو؛ تڏهن توکان اٺ خريد ڪرڻ جو خيال ڪيم. هاڻي توکي پارت ٿو ڪريان، تہ گاهہ ڊَوَ تي ڏينس، ۽ ان جي طاقت آهر ڪائنس ڪم وٺ. پيغمبر پاڪ ﷺ جا ايڏا احسان، انسان تہ ڇا پر حيوانن تي بہ آهن. اهڙي ڀاڄهاري جي ثنا ۽ صفت ڪرڻ گهرجي؛ جيڪو ڪمين تي بہ ڪرم ڪري ٿو.

## ستيتاليهون معجزو

اهبان بن اوس هڪ ٻڪرار هو، جنهن پنهنجي شهر جي ٻاهران ٻڪريون ٿي چاريون. نبي ڪريم ﷺ کي مديني منوره هجرت ڪري اچڻ جو پهريون سال هو. مذڪوره ٻڪرار جي ڌڻ ۾ بگهڙ اچي هڪڙي ٻڪري جهلي. اهو ڏسي، ٻڪرار وڃي، بگهڙ کان ٻڪري ڇڏائي. ان تي بگهڙ ڳالهائڻ لڳو ۽ ٻڪرار کي چوڻ لڳو، تہ اي ٻڪرارا! تون ڌڻيءَ پوءِ ڊڄين نہ ٿو؛ جو ڌڻيءَ منهنجي پيٽ قوت لاءِ جيڪو مون کي ڏياريو، اهو ٿو مون کان کسين؟ اهو ڳالهائي ٻڌي ٻڪرار کي ڏاڍو عجب لڳو، ۽ بگهڙ کي چوڻ لڳو، تہ اڳ ۾ تہ مون ڪڏهن ڪنهن بگهڙ کي ڳالهائيندي نہ ٻڌو آهي؛ تون ڪيئن ٿو ڳالهائين. ان تي بگهڙ کيس چوڻ لڳو، تہ ڇا تون ان کان بہ تمام وڏي عجب ۾ وجهندڙ ڳالهہ نہ ٻڌي آهي؛ ڇا تو اهو نہ ٻڌو آهي، تہ هن شهر ۾ محمد مصطفيٰ ﷺ آيا آهن، جيڪي اڳيون ۽ پويون سڀيون خبرون ٻڌائين ٿا. اهي خبرون جيڪي گذري ويئون آهن، ۽ آئنده ٿيڻ واريون آهن. انهيءَ سچي نبي ﷺ جو نور مديني شهر مٿان پيو وسي. ان نور سان جملي جهان روشن ٿي ويا آهن. سندن صحابي سيئين پَرين سونهارا آهن. جڏهن انهيءَ ٻڪرار بگهڙ کان اها ڳالهہ ٻڌي، تڏهن صدق پيدا ٿيس، ۽ پاڻ سڳورن جي محبت سندس دل ۾ پيدا ٿي. ان ويساهہ جو اقرار زبان سان پڌرو ڪندي پنهنجي منهن چوڻ لڳو، تہ جيڪڏهن ڪو ماڻهو منهنجي ٻڪرين جي سنڀال ڪرڻ وارو هجي، تہ ان هستيءَ کي وڃي ڏسان. ان تي بگهڙ کيس چو لڳو، تہ ڳالهہ چٽي ڪر؛ آءٌ ٿو تنهنجي ٻڪرين جي سنڀال لهان؛ تون وڃي نبي آخر زمان کي ڏسي اچ؛ ۽ ان محبوب جو مشاهدو ڪري اچ.

ان کان پوءِ ٻڪرار پنهنجيون ٻڪريون ڇڏي پاڻ سڳورن جي زيارت ڪرڻ لاءِ هليو. ڪَهي اچي پاڻ سڳورن جي ذات اقدس جو مشاهدو ماڻيائين، ۽ ظاهر ظهور نور ڏٺائين. ٻنهي جهانن جي سردار سان مليو، بگهڙ واري پيرائتي ڳالهه ڪري ٻڌايائين، ۽ ڪلمو پڙهي ايمان آندائين. پوءِ موڪلائي ڌڻ وٽ آيو. ڇا ڏسي، ته بگهڙ پيو ٻڪريون سنڀاري ۽ چاري. ٻڪرين ڏانهن نظر ڪيائين، ته سڀ سلامت هيون. پاڻ سڳورن جو اهو معجزو ۽ ڪرم نوازي ڏسي الله تعاليٰ جو شڪر بجا آندائين.

## اٺيتاليهون معجزو

هڪ ڀيري نبي ڪريم ﷺ پنهنجي صحابه ڪرام سان ويٺا هئا. ته ائين ڪندي، هڪ اعرابي اچي لنگهيو، جيڪو بني سليم مان هو. هو ڳوهه ڦاسائي ڪپڙي ۾ ويڙهيون ڪنيون ٿي ويو. ته جيئن ان مان وچي پنهنجي عيال جو پيٽ قوت ڪري.

هن صحابه ڪرام کان پاڻ سڳورن بابت خبرون پڇيون، ته هي سونهاري صورت وارو ڪير آهي؟ جنهن جي چوڌاري هيڏا سارا ماڻهو اچي گڏ ٿيا آهن. ان تي ڪيس ٻڌايو ويو، ته رب ڪريم جو رسول آهي. اهو ٻڌي ان اعرابي لات ۽ عزيٰ بتن جو قسم کڻي چيو ته جيڪڏهن هيءَ ڳوهه ايمان آڻي، ظاهر ظهور ڪلمو پڙهي، ته مان به ايمان آڻيندس. اهو چئي ڳوهه ڪڍي، مجلس ۾ رکيائين. رسول الله ﷺ ڳوهه کان پڇيو، ته اهو ٻڌاءِ ته تون ڪنهن جي عبادت ڪندي آهين. ان تي ڳوهه ڳالهائڻ لڳي، ته آءٌ رب ڪريم جي عبادت ڪندي آهيان جيڪو جهانن جو جوڙيندڙ ۽ مالڪ آهي؛ جنهن عرش ، ڪرسي، لوح ۽ قلم خلقيا. ان کان پوءِ ٻنهي جهانن جي سردار کيس فرمايو: ڇا مون کي سڃاڻين ٿي؟ ان تي ڳوهه ڳالهايو، ته اوهان الله تعاليٰ جا پيغمبر آهيو، ۽ خاتم الانبياء آهيو. عليڪ الصلواة والسلام. اهي ڪامياب ٿيا، ۽ راحت کي رسيا جن توهان تي ايمان آندو. جن اوهان کان منهن ڦيريو، اهي وٽواند ٿي ويا، ۽ ڪٿي جا به نه رهيا. اهو ڳالهائڻ ٻڌي اعرابي کي عجب لڳو، ۽ ان مهل ئي ڪلمو پڙهي مسلمان ٿيو؛

لا اله الا الله محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم.

اهڙي طرح گمراهن کي پاڻ سڳورن جي ذريعي هدايت حاصل ٿي.

ان کان پوءِ ان اعرابي الله جل جلاله جو قسم کنيو: اي سَيِين پرين سونهارا سچا نبي الله جا. آءٌ جڏهن ٻاهران آيس، تہ منهنجي دل ۾ مَنائي هئي، ۽ دشمنيءَ وارو جذبو هو؛ پر جڏهن اچي اوهان جي ذات اقدس جو مشاهدو ڪيم، ۽ معجزا ڏٺم، تڏهن منهنجي دل ۾ اوهان لاءِ بي پناهہ محبت ۽ عقيدت پيدا ٿي. هينئر توهان مون کي منهنجي ماءُ پيءُ کان وڌيڪ مِٺا آهيو. مون کي منهنجي ساهہ جي رڳن کان بہ وڌيڪ پيارا آهيو. پنهنجو جٿو جان، مال، مڏي ، روح، آل اولاد اوهان تان گهور ڪري ڇڏيان.جيئن مون زبان سان چئي توهان تي ايمان آندو آهي، تيئن منهنجي ماس، هڏ، ڪل،رڳن ۽ وار وار ايمان آندو آهي. منهنجي دل ۾ اوهان جي ئي محبت آهي، ۽ وات ۾ اوهان جي ئي وائي آهي. توهان جي عاشقن جو ظاهر باطن توهان لاءِ سڪي ٿو. منهنجا پيارا پرين توهان جي پريت جڏن کي جياري ٿي. ان تي ٻنهي جهانن جي سردار اعرابيءَ کي مُرڪي فرمايو، تہ ساراهہ ان رب ڪريم کي سونهين؛ ان جا لکين شڪرانا، جنهن توکي هدايت ڪئي، جو تون دين اسلام تي آئين. هن دين جو مرتبو مڙني دينن کان مٿانهون آهي.

ان کان پوءِ اهو اعرابي ٻنهي جهانن جي سردار کان موڪلائي اٿي هليو. واٽ تي اعرابين جي فوج گڏيس، جيڪا هزار ماڻهن تي مشتمل هئي. انهن کي هزار وهٽ هئا، جن تي سڀ سوار هئا. اعرابيءَ کانئن پڇيو، تہ ڪيڏانهن پيا وڃون؟ ان تي ورندي ڏنائونس، تہ ان مڙس ڏي هليا آهيون، جنهن جو نالو محمد (مصطفيٰ ﷺ) آهي، جيڪو رسالت جي دعويٰ ڪري ٿو، ۽ پاڻ کي پيغمبر چوائي ٿو. اهو ٻڌي ان اعرابي کين چيو، تہ اي منهنجا عزيزو، مان پاڻ اتان پيو اچان. مون تہ سندن منهن مبارڪ ڏسندي ايمان آندو. مان سچي شاهدي ڏيان ٿو تہ:

اشهد ان لا الـه الا الله و اشهد ان محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم

ان تي اعرابن کيس چيو تہ ايئن ئي ايمان آندءِ، يا ڪو معجزو بہ ڏٺئي. اعرابيءَ کين ٻڌايو تہ مون چٽو معجزو ڏسي ايمان آندو. معجزو

اهو هو، جو ڳوهہ چٽو ڳالهايو، ۽ رسول الله ﷺ جي رسالت جي شاهدي ڏنائين. ان معجزو جو ٻڌي هزار اعرابي سچيءَ دل سان مسلمان ٿيا.

ان کان پوءِ اهي اعرابي حضور ﷺ جي خدمت ۾ آيا، ۽ زيارت کان مشرف ٿي، صحابہ ڪرام جي سٿ ۾ شامل ٿيا. پاڻ سڳورن کي عرض ڪيائون، تہ اسان کي امر ڪيو، تہ توهان جي تابعداري ۾ رهون. ٻنهي جهانن جي سردار ڪين فرمايو، تہ توهان خالد بن وليد جا وڃي تابعدار ٿيو، تہ هو اوهان کي دين جون ڳالهيون سيکاري.

حياة الحيوان ڪتاب ۾ آيو آهي، تہ ان کان اڳ ۾ ڪڏهن بہ هڪ هزار ماڻهو هڪ ئي وقت مسلمان نہ ٿيا هئا.

## اڻونجاهون معجزو

بيبي ام سلمه کان روايت آهي، تہ هڪ ڀيري نبي ڪري ﷺ مديني منوره کان ٻاهر ٿي ويا. واٽ ويندي اوچتو ريگستان ۾ سڏ ٻڌائون. ڪو چئي رهيو هو: يارسول الله! هيڏانهن هوڏانهن نهاريائون، تہ ڪين هڪ هرڻي نظر آئي، جيڪا ٻڌل هئي. هڪڙو ماڻهو ان جي ڀرسان ڪپڙو ويڙهيون سمهيو پيو آهي. پاڻ سڳورا هرڻيءَ وٽ اچي، هرڻيءَ کي فرمايائون، تہ ڪهڙو سبب آهي، جو تون مون کي سڏ ڪيا. هرڻيءَ عرض ڪيو: يارسول الله، مون کي هن جبل جي ڀرسان رهندي ڪيترا ڏينهن ٿيا آهن. تازو ڪيترا ڦر ڄڻيا اٿم. اڄ هن ماريءَ اچي مون کي پڪڙيو آهي؛ شايد ڏينهن ڪٿا اٿم. مون کي پنهنجي ساهہ جي ڳڻتي ڪانهي، پر انهيءَ ڪري ٿي روئان جو ٻچن کي کير نہ پياريو هيم؛ اهي بک ۾ ڪيهون ڪندا هوندا. منهنجو اوهان کي عرض اهو آهي تہ مون کي ڇڏايو تہ ٻچڙن کي کير پياري اجهو ٿي موٽي اچان. ٻنهي جهانن جي سردار هرڻيءَ کي فرمايو، تہ جيڪڏهن تون پنهنجو قول پاڙين، تہ توکي هتان ڇڏايان. حبيب ڪريم ﷺ کي هرڻي چوڻ لڳي: مان پنهنجو قول پاڙيندس. منهنجو روح رڳن سوڌو توهان تان صدقي. جن توهان کان منهن موڙيو، اهي دوزخ جي باهہ جو ٻڪَ ٿيا. آءٌ اوهان کي يقين ٿي ڏيان، تہ ٻچڙن کي کير پياري سگهو واپس ورندس.

ان کان پوءِ حضرت رسول ڪريم ﷺ هرڻيءَ کي ڇوڙي ڇڏيو.

ٿوري دير ڪان پوءِ ماري ننڊ مان جاڳيو. پنهنجو شڪار نہ ڏسي پاڻ سڳورن کان ان بابت معلوم ڪيائين؛ تہ مون پنهنجي عيال جي پيٽ قوت لاءِ وڏي مشڪل سان هرڻي ڦاسائي هئي، اها ڪيڏانهن ويئي. پنهي جهانن جي سردار فرمايس، تہ هرڻي پنهنجن ٻچڙن کي کير پيارڻ ويئي آهي. اجهو ٿي موٽي اچي؛ جيستائين اچي تيستائين مان ان جو ضامن آهيان. هو چوڻ لڳو، تہ مون تہ ڪڏهن ڪونہ ٻڌو، تہ جهنگ جو جانور آزاد ٿيڻ کان پوءِ وري موٽي آيو. گفتگو هلي ئي پئي، تہ هرڻي بہ موٽي آئي؛ جنهن اچڻ سان نبي ڪريم ﷺ کي سلام عرض ڪيو. پاڻ سڳورن ماري کي فرمايو تہ هيءُ آهي تنهنجي امانت. پر اسين هرڻيءَ جي شفاعت ٿا ڪريون. ڇاڪاڻ تہ اسان جهانن جا شفيع آهيون ۽ اڙين جا آڌار آهيون. جيڪڏهن تون هرڻيءَ کي ڇڏي ڏين، تہ ڏينهن قيامت جي آءٌ تنهنجي شفاعت جو ضامن آهيان.

اهو معجزو ڏسي، ماري ايمان آڻي، مسلمان ٿيو. هرڻي ڇوڙي ڇڏيائين. جيڪا خوشيءَ وچان ٽپڻ ۽ ڪڏڻ لڳي، ۽ زبان سان چئو ڪلمو پڙهيائين.

لااله الا الله محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم.

ان سان گڏ حبيب ڪريم ﷺ جي مدح بيان ڪرڻ لڳي. چوڻ لڳي تہ محمد مقتديٰ، رب جو سچو رسول آهي. ڀلارو ۽ خاصو خيرالوريٰ آهي. سَيِين پَرين سونهارو، اڙين جو آڌار ۽ بي واهن جو واهرو آهي.

حضرت زيد بن ارقم بہ هن سچي روايت جي تصديق ڪئي آهي. هن آخر ۾ خدا جو قسم کڻي چيو؛ تہ مون پاڻ هرڻي کي ڪلما پڙهندي ٻڌو. ڪن ڪتابن ۾ آيو آهي، جنهن جاءِ تي حضرت نبي ڪريم ﷺ هرڻي ڇوڙي هئي، انهيءَ جاءِ تي مڪي شريف ۽ مديني منوره جي وچ تي مسجد اڏي ويئي آهي. اها مسجد مديني منوره کان ٣٩ ڪوهن جي پنڌ تي آهي، ۽ ان جو نالو "مسجد غزالہ" آهي. ماڻهو اچي انهيءَ ماڳ جي زيارت ڪندا آهن، ۽ ان مسجد ۾ نماز پڙهندا آهن. صحيح حديثن ۾ آيو آهي تہ پاڻ سڳورا ڪنهن وقت مڪي شريف مان مديني منوره ويندي، اتي لٿا هئا، ۽ نفل نماز پڙهي هئائون. انهيءَ ڪري

ان ماڳ کي مان مليو، ۽ ماڻهو برڪت لاءِ ان مسجد ۾ نماز پڙهڻ لاءِ اچڻ لڳا. مطلب تہ الله تعاليٰ ان هنڌ کي شرف بخشيو. نبي پاڪ ﷺ جي نور جا ظاهر ظهور اهڃاڻ آهن. پاڻ سڳورن جو الله تعاليٰ وڏو مانُ ۽ مرتبو ڪيو آهي. حبيب ڪريم ﷺ جو شان ڪير بيان ڪري سگهندو؟! منهنجا مالڪ سائين مون کي ٻنهي جهانن جي سردار جي زيارت نصيب ڪر، اي منهنجا رب ڪريم! تون انهن تي وڏا ڪرم ڪندو آهين، جيڪي ٻنهي جهانن جي سردار تي ڪلمو پڙهندا آهن.

لا اله الا الله محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم

## پنجاهون معجزو

مڪي جا ڪافر جڏهن نبي ڪريم سان دشمني ۾ حد کان لنگهي ويا، تڏهن الله جي حڪم سان پاڻ سڳورن مڪي مان، مديني منوره ڏانهن هجرت ڪئي. پاڻ ڪريم جن جي ولادت کي ان وقت ٽيونجاهون سال ٿيو هو. ربيع الاول مهيني ۾ خميس رات حضرت ابوبڪر صديق رضہ کي پاڻ سان، ساڻ ڪري، مڪي مان اسهيا. مڪي کان ٻاهران "ثور" جبل جي غار ۾ اچي ويٺا، اها غار مڪي کان ڏکڻ ۾ ٽن ڪوهن جي مفاصلي تي آهي. جڏهن غار ۾ ويٺا، تہ غار جي منهن وٽ ڪوريئڙي تندون ڪيي ڇڏيون. ان کان سواءِ ٻہ ڪبوتر غار وٽ اچي ويٺا، جن آنا لاتا، ۽ زور سان گُرَٽڻ لڳا.

جڏهن رات گذري ڏينهن ٿيو، ۽ ڪافرن کي ڪَرَ پيئي تہ پاڻ سڳورا مڪو ڇڏي ويا آهن، تڏهن ڪافر تراريون ڪٺي پاڻ سڳورن کي ڳولهڻ لاءِ نڪري پيا. وڻ، ويڙهيون، ترايون ۽ جبلن جا پاسا پَلو ڏنائون، پر ڪين پتو پئجي نہ سگهيو. غار وٽان بہ اچي لنگهيا، پر ڪوريئڙي جون تارون ۽ ڪبوتر ڏسي، شڪ ڪونہ پين ۽ لنگهي هليا ويا. اهڙيءَ طرح مولا پاڪ ڪين منجهايو، ۽ سندن منهن ڪارو ٿيو، ڇاڪاڻ جو انهن ٻچڙن جي دلين ۾ ٻچڙائي ۽ نبي ڪريم سان دشمني هئي. اهڙيءَ طرح الله تعاليٰ پنهنجي پياري حبيب کي محفوظ رکيو.

فالله خير حافظا (يوسف- ٦٤)

(پوءِ الله چڱو نگهبان آهي.)

هو ڪوڙن ۽ زرهن ڪان سواءِ بہ پنهنجي پيارن کي محفوظ رکي ٿو. سموريون ساراهون انهيءَ رب ڪريم کي سونهن ٿيون.

ڪتابن ۾ آيو آهي، تہ جڏهن نبي ڪريم ﷺ حضرت ابوبڪر صديق رضہ سان گڏجي هجرت جي ارادي سان مڪي شريف مان اُسهيا، ۽ غار وٽ پهتا، تڏهن حضرت ابوبڪر صديق رضہ پاڻ سڳورن کي عرض ڪيو، تہ اوهان غار جي ٻاهران ٿورو ترسو تہ آءٌ غار ۾ وڃي، ان کي صاف ڪري وٺان. متان ڪو جيت جٺيو هجي، ۽ اوهان کي تڪليف پهچائي. آءٌ اڳ ۾ وڃي انهن ڪان غار کي صاف ڪريان؛ پوءِ ڀلي مون کي ڪو نانگ سپ ڏنگ هڻي تہ هي سر- ساهہ اوهان تان قربان آهي. ايئن چئي، جڏهن حضرت صديق اڪبر رضہ غار ۾ گهريو، تہ ان ۾ نانگن ۽ وڇن جا ٻر ڏٺائين. اهو ڏسي، پنهنجي چادر ڦاڙي، اهي سوراخ ڪپڙي جي ٽڪرن سان بند ڪيائين. ايئن ڪندي سندس چادر جا ٽڪرا ختم ٿي ويا، پر اجا بہ ٻہ ٻر رهجي ويا. پوءِ انهن سوراخن تي پنهنجي پيرن جون ڪڙيون رکي، پاڻ سڳورن کي اندر سڏ ڪيائين. پاڻ ڪريم جن جڏهن پيهي آيا، تہ حضرت صديق رضہ سندن مٿو مبارڪ پنهنجي هنج ۾ رکيو، پر سوراخن تان ڪڙيون پري نہ ڪيائين. ٿوري دير ڪان پوءِ ٻنهي جهانن جي سردار کي ننڊ اچي ويئي. حضرت ابوبڪر صديق رضہ جاڳندو رهيو. ڪا مهل ڪنهن جهڙي. هڪ ٻرَ مان نانگ منهن ڪڍي حضرت صديق اڪبر رضہ جي ڪڙيءَ کي ڏنگ هنيو؛ پر سچو صديق رضہ ڪجيو پچيو ڪونہ، بلڪہ ڪڙي مضبوطيءَ سان رکيون ويٺو رهيو، تہ متان پاڻ سڳورن جي ننڊ ۾ خلل نہ پوي. البت ڏنگ جي سور ڪان سندس اکين مان ڳوڙها ڳڙي پاڻ ڪريم جن جي منهن مبارڪ تي پيا. پاڻ سڳورا ننڊ مان جاڳي؛ حضرت صديق رضہ ڪان ڳوڙهن جي حقيقت معلوم ڪئي؛ جنهن سڄي ڳالهہ ڪري ٻڌائي. پاڻ ڪريم جن حضرت صديق رضہ ڪان تمام گهڻو راضي ٿيا. اٿي ويٺا، ۽ ڏنگ واري جاءِ تي ڦيٽو وڌائونس، تہ انهيءَ گهڙي درد دور ٿي ويو؛ ۽ حضرت ابوبڪر صديق رضہ نو بنو ٿي ويو.

ٻنهي جهانن جي سونهاري سردار جا اهڙا معجزا آهن. ان ٻاجهاري

حبيب ڪريم ﷺ جي هٿان ڏک، ڏاڪڙا ۽ ڏکندا ڏور ٿين ٿا. اها به روايت آهي، ته حضرت صديق رضہ کي جيڪو ڏنگ لڳو هو، ان ۾ وري سور ڪونہ پيو. مگر جڏهن حضرت سچي صديق رضہ جي وفات جو وقت ويجهو آيو، ۽ ان وقت ڏنگ کي ٻارنهن ورهہ ۽ ٽي مهينا گذريا هئا، تڏهن زهر پنهنجو اثر ظاهر ڪيو. اهوئي سندس رحلت جو سبب بڻيو. اهڙيءَ طرح کيس شهادت جو مرتبو حاصل ٿيو. حضرت ابوبکر صديق رضہ جو وڏو شان ۽ مرتبو آهي. ان جي واکاڻ ۾ کهڙو بيان ڪري کهڙو ڪجي.

## ايکونجاهون معجزو

حضرت نورالعالمين ﷺ هجرت واري سفر ۾ غار ثور مان نڪري حضرت ابو بکر صديق رضہ سان گڏجي، مدينہ منوره ڏانهن روانا ٿيا. پاڻ سڳورا حضرت ابو بکر صديق رضہ سان گڏجي ٽي راتيون (جمعو، ڇنڇر ۽ آچر جون راتيون) غار ۾ رهيا. مديني منوره ڏانهن هلندي، جڏهن "قديد" نالي ماڳ تي پهتا، تڏهن ڪافرن جو هڪ سردار ويجهو اچي ٿيو؛ جيڪو من ۾ مدي پائي نڪتو هو. ان جو نالو "سراقه" هو. جڏهن ٻن ٽن نيزن جي مفاصلي تي اچي پهتو، تڏهن حضرت ابوبکر صديق رضہ، پاڻ سڳورن کي عرض ڪيو، ته دشمن مان هڪ ڪافر ڪاهيون پيو اچي، ۽ اچي ويجهو ٿيو آهي. ان تي ٻنهي جهانن جي سردار داور جي درگاهہ ۾ دعا گهري، ته اي منهنجا خالق ۽ مالڪ هي دشمن دفع ڪر. دعا وقت هي لفظ چيائون:

"اللهم اکفنا بما شئت"

پنهنجي پرينءَ جي پڇار، قادر ڪريم قبول ڪئي. سراقه جنهن گهوڙي تي سوار هو، اهو انهيءَ وقت زمين ۾ پيهجي ويو. جڏهن گهوڙو ۽ سندس سوار مرڻ لڳا تڏهن سراقه درد مان دانهون ڪري ٻاڪارڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو: : اي محمد ﷺ ڪارڻي، اڙين جا اجها اچي رس. مون کان برابر بيچڙايون ٿيون آهن، پر تون ٻاجهارو آهين. پنهنجي ٻاجهہ ڪر. مان توبهہ تائب ٿيان ٿو. تون منهنجون مَنايون ميٽِ، ۽ مهر جي نظر ڪر. ان تي حضرت هاشمي ﷺ ان جي حق ۾ دعا گهري. حرمت

ساڻ حبيب ڪريم ﷺ جي سندس گھوڙو زمين مان نڪري آيو. پاڻ ڪريمن جو ادب ۽ احترام بجا آڻي پنهنجو لشڪر وٺي، پوئتي موٽي ويو. ان هوندي به هن اسلام قبول نه ڪيو. ان واقعي کان پوءِ به ڪيترا سال ڪفر ۾ رهيو. جڏهن پنهي جهانن جي سردار مڪو شريف فتح ڪيو، تڏهن سراقه به اسلام قبول ڪيو، ۽ صحابه ڪرام جي سَٿَ ۾ شامل ٿيو.

## پاونجاهون معجزو

حضرت حبيب ڪريم ﷺ هجرت واري سفر ۾ مديني شريف ڏانهن وڃي رهيا هئا، تڏهن ڪجهه پنڌ ڪرڻ کان پوءِ "ام معبد" جي خيمي وٽان اچي لنگهيا؛ جيڪا سودو سلف رکندي هئي، ۽ واٽهڙن کي وڪڻندي هئي. هوءَ ڪارڪون، ڪُڪڙ ۽ گوشت وڪڻندي هئي. رستي تي سندس به تنبو هئا. هڪ تنبوءَ ۾ پاڻ سڳورن نهاريو، ته ان ۾ هڪ ڏٻري ٻڪري بيٺي هئي، جيڪا نه گاهه کائي ٿي سگهي، ۽ نه وري هلي چلي ٿي سگهي. پاڻ ڪريم جن ام معبد کان پڇڻ فرمايو: ان ٻڪريءَ کي کير آهي؟ ان تي هن وراڻيو ته هي ڏاڍي ڏٻري ٻڪري آهي؛ منجهس نه هلڻ چلڻ جي سگهه آهي، ۽ نه ئي ٿڻن ۾ کير اٿس. پاڻ سڳورن ان عورت کي مرڪي چيو، ته امڙ جيڪڏهن موڪل ڏين، ته ان مان کير ڏهون. عورت عرض ڪيو ته منهنجو ماءُ پيءُ تو تان گهور وڃي، جيڪڏهن ان مان کير ڏهي سگهو ته منهنجي اوهان کي موڪل آهي.

ان کان پوءِ پاڻ سڳورن ڌڻيءَ جي درگاهه مان دعا گهري بسم الله چئي ٻڪريءَ جي ٿڻن تي هَٿَ مبارڪ گهمايا. انهيءَ ئي مهل ٻڪري جا ٿڻ کير سان ڀرجي آيا. بسم الله چئي کير ڏڌائون، ته هڪ وڏو ٿانءُ کير سان ڀرجي ويو. پوءِ جيڪي اتي موجود هئا انهن کي کير پياريائون پر پهريائين "ام معبد" کي پيئڻ لاءِ کير ڏنائون. سيني کير پي ڍءُ ڪيو. ان کان پوءِ وري ٻيهر ڏڌائون، ۽ وٿو ڀري "ام معبد" کي ڏيئي اُتان اسهيا.

جڏهن "ام معبد" اهو معجزو ڏٺو، تڏهن انهيءَ ئي مهل ڪلمو پڙهي مسلمان ٿي. ام معبد کان روايت آهي، ته اها ٻڪري اسان وٽ

گھٽا ورهيه هئي. حضرت عمر رضه جي زماني ۾، حضرت حبيب ڪريم ﷺ جي هجرت جي ارڙهين سال ڪير جي اٺاٽ ٿي پيئي. ڍاڇين جا ٿڻ سڪي ويا ۽ انهن ۾ ڪير جو ڦڙو به ڪو نه هو. انهن ڏينهن ۾ به ان ٻڪريءَ جي ٿڻن ۾ ڪير هو ۽ اسين صبح سانجهيءَ ان مان ڪير ڏهندا هئاسون. ان جي ٿڻن مان ڪير ته نه ڪٽو، پر پاڻ ويران وير وڌ رهيو.

نبي ڪريم ﷺ جا اهڙا معجزا آهن. جيتري به سندن ساراهه ڪجي، اها ٿوري آهي.

## ٽيونجاهون معجزو

هڪڙي شخص وٽ هڪ ٻڪري هئي، پر اها اڃا ننڍي اَئِٺ هئي. يعني اها اڃا لڳ لائق نه ٿي هئي، ۽ نه ان تي ڪو ٻَڪَرُ ٻيڪيو هو. ان اَئِٺَ جي ٿڻن تي حضرت جن هٿ مبارڪ گهمايا. ان ڪان پوءِ ان جو اوهه ڪير سان ڀرجي ويو، ۽ ڪير ٿڻن مان ٽمڻ لڳو. جيستائين ان کي ڏهندا نه هئا، تيستائين ان جي ٿڻن مان ڪير پيو وهندو هو.

خالق پنهنجي خليل ﷺ سان ايڏا فَضُل ڪيا.

## چوونجاهون معجزو

هڪڙو پوڙهو يهودي عبدالله بن سالم جي نالي حضرت حبيب ڪريم ﷺ جي مديني منوره ۾ تشريف فرما ٿيڻ وقت خدمت ۾ آيو . هن اچي پاڻ سڳورن ڪان ٽي سوال پڇيا، ۽ چيائين نبين ڪان سواءِ ڪو ٻيو انهن جو جواب ڏيئي نه سگهندو. هڪ سوال هي آهي، ته قيامت جي پهرين نشاني ڪهڙي آهي؟ ٻيو هي ته بهشت ۾ ڪائڻ لاءِ پهريون ڪاڄ ڪهڙو هوندو؟ ٽيون سوال هي آهي، ته جيڪي ٻار ماءُ جي پيٽان ڄمن ٿا، انهن مان ڪهڙن جا مهانڊا ماءُ تي ۽ ڪهڙن جا پيءُ تي ٿين ٿا، ۽ انهن جو سبب ڪهڙو آهي؟ حضور ڪريم ﷺ ڪيس ٻڌايو، ته تنهنجي اچڻ ڪان اڳ ۾ حضرت جبرائيل مون کي انهن سوالن جا جواب ٻڌائي ويو آهي. هاڻي انهن جا جواب ٻڌ. پهرين سوال جو جواب هي آهي، ته اها نشاني هڪ باهه جو اُلو هوندو، جيڪو اوڀر ڪان پيدا ٿيندو، ۽ ماڻهن کي اولهه ڏانهن ميڙي ويندو. ان ڪان اڳ ۾ ڪي ٻيون ننڍيون

نشانيون بہ نمودار ٿينديون؛ پر قيامت جي اچڻ جي وڏي نشاني اها هوندي.

ٻيو سوال بهشت جي پهرين کاڌي بابت آهي. اهو مڇيءَ جو جيرو هوندو، جيڪو ڏاڍو لذيذ هوندو. ڪتابن ۾ انهيءَ مڇيءَ جو نالو "بهموت" آيو آهي. ٽيون سوال مهانڊن بابت آهي . ان جو جواب هي آهي، تہ جيڪڏهن زال مڙس جي گڏجاڻيءَ وقت مڙس جو نطفو عورت جي نطفي تي غالب ٿيو، تہ ٻار جو مهانڊو پيءُ يا ڏاڏنگ تي ويندو. جيڪڏهن عورت جو نطفو مرد جي نطفي تي غالب ٿيو تہ ٻار جا مهانڊا ماءُ تي يا ناناڻن تي ويندا. شرح مسلم ۾ آيو آهي، تہ عبدالله بن سلام رضہ چيو تہ نبي ڪريم ﷺ فرمايو، تہ زال مڙس جي گڏجاڻيءَ وقت جيڪڏهن مرد جو نطفو اڳ ۾ نڪتو، ۽ عورت جو پوءِ نڪتو، تہ اهڙيءَ حالت ۾ الله تعاليٰ جي قدرت سان پٽ پيدا ٿيندو. پر جيڪڏهن مڙس کان اڳ ۾ عورت جو نطفو نڪتو، تہ قادر جي قدرت سان ڌيءَ ڄمندي.

جڏهن عبدالله بن سلام اهي ٽي جواب ٻڌا تہ ڪلمو پڙهي مسلمان ٿيو.

## پنجونجاهون معجزو

جڏهن حضرت انس بن مالڪ ننڍو هو، تڏهن سندس والده ام سليم بنت ملحان کيس نبي ڪريمﷺ جي خدمت ۾ وٺي ويئي. پاڻ سڳورن کي ان جي حق ۾ دعا ڪرڻ لاءِ عرض ڪيائين. مٿي مرسل ٻاجهہ مان ٻاجهہ ڀريل لفظن ۾ کيس هيءَ دعا ڪئي:

"اللـهم بارڪ له في دينه و عمره وماله و ولده"

يعني شال دين ۽ دنيا ۾ کيس برڪت پوي؛ وڏي حياتي ٿئيس، ۽ مال ۽ اولاد جهجهو ٿئيس.

ان دعا سبب حضرت انس بن مالڪ سان الله تعاليٰ وڏا ڪرم ڪيا. دين ۽ دنيا ۾ وڏي برڪت پيس. سئو ورهيہ عمر ماڻيائين. ٽيهتر پٽ ۽ ستاويهہ ڌيئر ٿيس. هڪ سئو باغ سندس ملڪيت هو، جنهن ۾ ڪيترائي وڻ ٻوٽا هئا. سي وڻ سال ۾ هڪ - بہ ٻيرو ڦر ڏيندا هئا.

انهن مان ڪستوريءَ جهڙي خوشبوءِ پئي ايندي هئي. اهي نبي ڪريم ﷺ جون نشانيون آهن. الله تعاليٰ پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ تي اپر احسان ڪيا هئا. الله تعاليٰ سندن طفيل اسان کي هدايت نصيب ڪري.

## ڇاونجاهون معجزو

جڏهن نبي ڪريم ﷺ جن پنهنجي صحابه ڪرام سان گڏجي، ڪافرن جو مقابلو ڪرڻ لاءِ بدر جي ميدان تي پهتا، اهو جمعي جو ڏينهن هو، ۽ رمضان جي ستاويهين تاريخ هئي. اهو ماڳ مڪي شريف ۽ مديني منوره جي وچ تي هو، ۽ ان تي اهو نالو هڪ ماڻهوءَ جي نالي پٺيان پيو هو، جنهن انهيءَ هنڌ تي کوهه کٽايو هو. ان کوهه کي به "بدر" چوندا هئا. اهو هنڌ مديني شريف کان ڇئن منزلن جي پنڌ تي هو. اتي مومنن ۽ ڪافرن جي وچ ۾ جيڪا جنگ لڳي، ان کي "جنگ بدر" سڏيو ويو.

انهيءَ ماڳ تي منزل انداز ٿيڻ کان پوءِ جنگ کان اڳ ۾ ئي پاڻ سڳورن پنهنجي صحابه ڪرام کي اهي هنڌ ڏيکاريا، جتي ڪافر قتل ٿيڻا هئا. پاڻ سڳورا اهي جايون ڏيکاريندا فرمائيندا ويا، ته هن هنڌ تي فلاڻو ڪافر ڪسندو، هن جاءِ تي فلاڻو ڪافر قتل ٿيندو. انهن جاين تي پنهنجي مبارڪ هٿ سان نشانيون ڪيائون. سڀ سردار اهو به ٻڌاي،و ته سيان کي ڏينهن ۾ فلاڻا فلاڻا ڪافر هنن هنن هنڌن تي قتل ٿيندا. لڙائيءَ ۾ پاڻ سڳورن جو چوڻ سچ ثابت ٿيو، ۽ اهي ڪافر، انهن ئي هنڌن تي قتل ٿيا، جن جي نشاندهي پاڻ سڳورن اڳ ۾ ڪئي هئي. الله تعاليٰ پنهنجي فضلَ ۽ ڪرم سان مومنن کي فتح ڏني. قرآن حڪيم ۾ آيو آهي.

ولقد نصر كم الله ببدر وانتم اذلة (آل عمران - ١٢٣)

(۽ بيشڪ الله اوهان کي انهيءَ حالت ۾ جو اوهين بي زور هيؤ، بدر ۾ سوڀ ڏني)

## ستونجاهون معجزو

بدر جي جنگ ۾ ڪافرن جو تعداد گهڻو هو، ۽ مومنن جو ٿورو

هو. ڪافرن جو تعداد هڪ هزار هو، ۽ مومن ٽي سؤ تيرهن هئا. الله تعاليٰ مومنن جي مدد لاءِ ملائڪ موڪليا. پهريائين هڪ هزار ملائڪ آيا، جيڪي پوءِ وڌي ٽي هزار ٿيا؛ ۽ پوءِ وري وڌي پنج هزار ٿيا. هڪ ڪيپ ابلق گهوڙن تي سوار هئي. ان ڏينهن پاڻ سڳورن پنهنجي صحابہ ڪرام کي ڏيکاريو، تہ هي جيڪو مڙس گهوڙي جي واڳ جهليون بيٺو آهي، ۽ گهوڙي تي جنگ جا هٿيار اٿس، اهو حضرت جبرائيل آهي.

جنگ هلندي هڪ مومن، هڪ ڪافر تي وڏي هيبت سان حملو ڪيو. ايئن ڪندي مٿي تي چهبڪ جو سٽڪو ٻڌائين. ان سان گڏ گهوڙي جي هٽڪار ٻڌائين، جنهن کي سوار ڪاهيون ٿي آيو. اهو چئي رهيو هو: "اقدم جيزوم" (اي جيزوم، اڳتي قدم وڌاءِ.) اهي لفظ ٻڌي ان مومن جان ڪٽي اوڏانهن نهاريو، تہ پوئتان ڪافر ڪريل ڏٺائين. نڪ وڍيل هوس، ۽ منهن ۾ چهبڪ جا ڪارا نشان هيس. ان ڪان پوءِ مومن پاڻ سڳورن وٽ اچي، اها حقيقت بيان ڪري ٻڌائي. حبيب ڪريم ﷺ فرمايو: اهو گهوڙو حضرت جبرئيل جو هو، جنهن جو "جيزوم" نالو هو. اهو سوار بہ حضرت جبرئيل جي مدد لاءِ آيو هو. اهڙيءَ طرح مومنن کي بدر جي جنگ ۾ فتح حاصل ٿي. وڏن ڪافرن مان سٽر ڪافر قتل ٿيا، ۽ وڏا سٽر ڪافر قيد ٿيا. ٻيا بيهي ڪونہ سگهيا، ۽ ڀڄي ويا. سوڀ مالڪ سائين جي هٿ ۾ آهي، جنهن کي وٽيس تنهن کي ڏئي. هو چاهي، تہ ٿورن کي، گهڻن تي غالب ڪري ٿو. قرآن حڪيم ۾ آيو آهي:

وما النصر الا من عند الله العزيز الحكيم. (آل عمران– ١٢٦)

(۽ الله غالب حڪمت واري جي پار ڪان سواءِ ڪا مدد (ملٽي) نہ آهي)

يعني فقط اهوئي مدد ڪرڻ وارو آهي.

## اٺونجاهون معجزو

بدر جي لڙائي ۾ وڙهندڙ مومنن مان هڪ عڪاشہ بن محصن بہ هو؛ جنهن جي ترار لڙائي ڪندي ڀڄي پيئي. هن پاڻ سڳورن جي خدمت ۾ اچي حقيقت بيان ڪئي. پاڻ سڳورن سندس هٿ ۾ ڪاٺيءَ جي ڀاڙ ڏني، ۽ فرمايائونس، تہ اها اتان ڀڄي وڃي ان سان وڙهہ. هن هٿ سان اها ڀاڙ

پڳي، تہ اها ترار وانگر ٿي پيئي. ان سان هو وڙهندو رهيو، ۽ ڪافرن کي ماريندو رهيو. اها ڪاٺيءَ واري ترار ڪيترا سال ان صحابيءَ وٽ هئي، ۽ جنگ ۾ اها کڻي وڃي وڙهندو هو. ان جو نالو "عون" رکيو هئائين.

## اوڻهٺيون معجزو

حضور نبي ڪريم ﷺ جي هڪ صحابيءَ جو نالو عبدالله بن حجش هو. هو پاڻ سڳورن جو ڀڻيڄ هو. جنگ احد ۾ هو پاڻ سڳورن سان ساڻ هو. جنگ هلندي، هن جي هٿ مان ترار هلي ويئي. ان تي پاڻ سڳورن کيس هڪ وڻ جي ٽاري هٿ ۾ ڏني. اها ڪاٺ مان بدلجي ترار ٿي پيئي. ان ترار جو نالو "عرجون" رکيائون. حضرت عبدالله ان ترار سان ڪيترائي دين جا دشمن ڪافر قتل ڪيا. حضرت عبدالله جيستائين جيئرو هو، تيستائين ترار وٽس هئي. سندس وفات کان پوءِ سندس پونئرن اها تلوار هڪ ترڪ کي ٻن سون دينارن ۾ وڪڻي ڇڏي. هڪ دينار سنڌ جي ڇهن روپين جي برابر آهي. سون جي قيمت سبب اهو اڳهہ گهٽ وڌ ٿيندو رهي ٿو.

## سٺيون معجزو

جنگ بدر ۾ حضرت معاذ صحابيءَ جي پٽ عفراء کي، ابوجهل گهاءُ ڪري، ٻانهن کان هٿ وڍي وڌو. ايتري قدر جو هٿ وڍجي ڪري پيو. هو پنهنجو هٿ کڻي، حضور ﷺ جي خدمت ۾ آيو. پاڻ سڳورن سندس هٿ وٺي، سنڌُ سنڌَ سان ملايو، ۽ ان جي مٿان پنهنجي پِڪَ مبارڪ لاتي. انهيءَ گهڙي هٿ جڙي ويو، ۽ بلڪل صحيح سلامت ٿي ويو.

## ايڪهٺيون معجزو

جنگ بدر ۾ حبيب بن يساق صحابيءَ کي، ڪلهي وٽ گهاءُ رسيو، جيڪو هيٺ تائين هليو ويو. انهيءَ ڪري سندس ٻانهن ڌڙ کان ڌار ٿي وڃي ڪل تي بيٺي. نبي ڪريم ﷺ جن سندس ٻانهن کڻي جوڙ سان ملائي، ڦيٽو وڌو تہ ٻانهن اُتي جو اُتي سڄي ٿي پيئي. ايتري قدر جو ٻانهن جي جوڙ جو نشان بہ مٽجي ويس. حضرت هاشمي ﷺ سان، الله

تعاليٰ ڪروڙين ڪرم ۽ فضل ڪيا آهن. سيني جهانن ۾ سندس ٿي مان ۽ مرتبو مٿانهون آهي؛

محمد ريقة يشفي من السقم

(محمد ﷺ آهي، جنهن جي وات جي لپ بيمارن کي بيماري جي لاءِ شفا آهي.)

## ٻاهٺيون معجزو

حضرت حبيب ڪريم ﷺ جن ڪافرن سان مقابلي لاءِ احد جبل ڏانهن آيا. احد جبل مديني منوره کان ٽن ڪوهن جي پنڌ تي اتر ايرندي جي وچ تي آهي. ڇنڇر ڏينهن ان جبل تي اچي لٿا. اها شوال جي يارهين تاريخ هئي، ۽ پاڻ سڳورن کي مديني منوره ۾ رهندي ٽي ورن سال ٿيو هو. دشمن ڪافر وڙهڻ لاءِ اتي پهچي ويا. سعد بن ابي وقاص کان روايت آهي، ته آءُ انهيءَ هنڌ حضرت جن سان گڏ هوس. جنگ جي ميدان ۾، ٻه مڙد بيٺل ڏٺا. جن مان هڪ پاڻ سڳورن جي ساڄي پاسي کان هو ته ٻيو کابي پاسي هو. انهن جي مٿي تي صاف اڇيون چادريون ويڙهيل هيون. انهن هڪل ۽ هيبت سان حملا ڪري، ڪافر قتل ٿي ڪيا. اهڙن مهاندن وارا مرد اسان اڳ ڪڏهن ڪونه ڏٺا هئا. پاڻ سڳورن کان پوءِ خبر پيئي، ته انهن مان هڪ حضرت جبرئيل هو، ۽ ٻيو ميڪائيل هو، جن کي الله تعاليٰ پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ جي مدد لاءِ موڪليو هو.

## ٽيهٺيون معجزو

احد جنگ ۾ حضرت رسول ڪريم ﷺ جو ڏند مبارڪ جنهن جي هٿان شهيد ٿيو هو، ان جو نالو عتبة بن ابي وقاص هو، جيڪو سعد بن ابي وقاص جو ڀاءُ هو. هن اسلام قبول نه ڪيو، ۽ ڪافر ٿي مئو. خدا جي مٿس لعنت هجي، جو هن پاڻ سڳورن جو ڏند مبارڪ شهيد ڪري، تمام ڪُڌو ۽ ڪچو ڪم ڪيو. هن پاڻ کي به خراب ڪيو، ۽ پنهنجي اولاد کي به خوار ڪيو. ان جي اولاد توڙي اولاد جي اولاد کي ڏند نڪرندائي نه هئا. توڙي جو وڏا ٿيندا هئا. تڏهن به ڏند نه نڪرندا هئن.

ايتري قدر جو ڪراڙا ٿي ويندا هئا، تڏهن به ڏند نه ڇمندا هين. هو توڙي جو مومن ۽ صالح ٻانها هوندا هئا، تڏهن به ڏند اصل نه هوندا هين.

## چوٿون معجزو

حضرت نبي ڪريم ﷺ جي دشمنن مان هڪ ڪٽو ڪافر ابي بن خلف هو، جيڪو احد جي جنگ ۾ پاڻ سڳورن جي هٿان جهنم رسيد ٿيو. ان کي ڪنڌ تي حضرت جن جو ڀالو لڳو ۽ هو جهنم رسيد ٿيو. حضرت عبدالله بن عمر بن الخطاب ڳالهه ٿو ڪري، ته رات جو انهيءَ هنڌ وٽان اچي لنگهيس، جتي اهو ابي بن خلف مئو پيو هو. اتي باهه ٻرندي ڏٺم، جنهن مان ڇيون تي نڪتيون. ان باهه ۾ هڪ شخص زنجيرن ۾ جڪڙيو پيو هو، ۽ دانهون ۽ ڪوڪون ڪري رهيو هو. چئي رهيو هو، ته اڃ ۾ پيو مران. اهو آواز ٻڌي آءٌ اتي بيهي رهيس. ايئن ڪندي وري بيو آواز ٻڌم. ڪو ماڻهو چئي رهيو هو: متان ان کي پاڻي پياريو آٿو. اهو ابي بن خلف آهي، جنهن کي حضرت محمد ﷺ ماريو آهي، اهو دين جو دشمن آهي ان کي پاڻي نه پيارجو. حضرت عبدالله چوي ٿو، ته مون اهو واقعو اکين سان ڏٺو؛ ڪو خواب نه هو.

## پنجهون معجزو

خندق واري جنگ وقت نبي ڪريم ﷺ کي مديني منوره ۾ آئي، پنجون سال ٿيو هو. هن جنگ ۾ جيڪي ڪافر مومنن سان وڙهڻ لاءِ آيا ٿي، اهي چار قبيلا هئا، هڪڙا قريش غطفان، ٻيا نصير قريظان ۽ ٻيا. ڪافرن منهن ڪارن جو تعداد ڏهه هزار هو. پاڻ سڳورن کي جڏهن انهن جي حملو ڪري اچڻ جي خبر پيئي، تڏهن صحابه ڪرام کي گڏ ڪري، انهن سان صلاح مصلحت ڪيائون ته کهڙي نموني مقابلو ڪرڻ گهرجي. سلمان فارسي رضه چوڻ لڳو، ته اسان جي ملڪ ۾ رواج آهي، ته جنگ جي موقعي تي بچاءَ لاءِ شهر جي ٻاهران کڏ کنئين ويندي آهي ته جيئن دشمن، سولائيءَ سان شهر تي حملو نه ڪري سگهي. بلڪه دشمن جو لشڪر کڏ پار ڪري، ته ان کي ختم ڪري سگهجي. پاڻ

سڳورن کي اها جنگي حڪمت عملي پسند آئي، ۽ صحابہ ڪرام کي فرمايائون، تہ مديني جي ٻاهران کڏ کوٽيو، تہ جيئن دشمن جي حملي وقت شهر جي حفاظت ٿئي.

کڏ کوٽيندي، ڪٿي ڪٿي جبل جا تمام سخت پٿر بہ نظر آيا، جن کي ٽُڪِڻُ ڏاڍو ڏکيو هو. چنجور ۽ ٻيا اهڙا اوزار، جيڪي صحابہ ڪرام وٽ هئا، اهي ڪم ڪري نہ ٿي سگهيا. اهو حال ڏسي پاڻ سڳورن واهولو وٺي، ڏاڍي زور سان انهن پٿرن کي هنيو، تہ اهي پٿر چور ٿي، واريءَ مثل ٿي ويا. اهڙيءَ طرح کڏ کوٽڻ جو ڪم سولو ٿي ويو، ۽ ٿوري وقت ۾ پورو ٿيو.

نبي ڪريم ﷺ جي برڪتن ۽ فضيلتن جو ڪو حد حساب ئي ڪونهي. سندن نوازشن ۽ رحمتن جو ڪاٿو ڪَٿي ئي نہ ٿو سگهجي.

## ڇاهٺيون معجزو

خندق واري جنگ جي موقعي تي، کڏ جي هُنَ پَرِ دشمن جو ڏهہ هزار لشڪر اچي ويٺو. نبي ڪريم ﷺ جن ٽن هزار لشڪر سان کڏ جي پاسي اچي ويٺا. ٻنهي لشڪرن کي ويٺي مهينو گذري ويو، پر ڪا وڏي جنگ نہ لڳي. البت پٿر، پٿر ۽ تير ٻنهي طرفن پئي اڇلايا. ان ڪان پوءِ الله تعاليٰ ڪافرن جي مٿان وڏو طوفان موڪليو، جنهن ڪري ڪافرن جو وڏو جاني نقصان ٿيو. هڪ سياري جي رات، ٻيو سخت طوفان - ڪافرن جا ڇهہ ڇڄي پيا. ٻاهيون وسامي وين؛ منهن مٿيءَ ۽ ڌوڙ سان ڀرجي وين؛ تنبن جا ڪِيرِ اکڙجي وين، ۽ تنبو ڇڄي ڪري ٻين؛ ۽ مٿان پٿرن جو وسڪارو ٿيڻ لڳن. انهيءَ ئي گهڙيءَ ملائڪ بہ لهي آيا، جن تڪبيرون هٿي، ڪافرن کي نيزا ٿي هنيان. اها هيبت ڏسي ۽ ٻڌي ڪافر پوئتي وٺي ڀڳا. دليون دهلجي وين، ۽ پوَ ڪان ايئن وٺي ڀڳا، جو سامان سڙو، مال ملڪيت بہ ڇڏي ويا. مومن سندن کڏ ڪاهي پيا، ۽ کين وڏو جاني ۽ مالي نقصان رسايائون. مومن سندن ڇڏي ويل مال ملڪيت ميڙي گڏ ڪيو. قادر ڪريم پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ سان اهڙا ڪرم ڪيا، ۽ فتح ڏني. هن آيت ۾ انهيءَ واقعي ڏانهن اشارو آهي؛

فارسلنا عليهم ريحا وجنودالم تروها (الاحزاب - ۹)

( پوءِ مٺن واءُ کي موڪليو سون ۽(اوهان جي مدد لاءِ ملائڪن جا) اهڙا لشڪر به جن کي اوهان نه ٿي ڏٺو)

## ستهنيون معجزو

جنگ خندق جي موقعي تي نبي ڪريم ﷺ جي حڪم موجب صحابه ڪرام کڏ کوٽڻ جي ڪم کي لڳا ويا. ڏاڍو تيزيءَ سان ڏينهن رات کڏ کوٽڻ جي ڪم کي لڳا رهيا. نه ڪاڏي سان مطلب هونِ. نه پاڻيءَ سان. اڃ بک تي پيٽ تي پٿر ٻڌي ڪم ڪندا رهيا، چاڪاڻ جو هنن پنهنجو سر ساهه پنهنجي پرينءَ تان قربان ڪرڻ جو عزم ڪيو هو. جڏهن انهيءَ حالت ۾ ٽي ڏينهن گذري ويا، تڏهن جابر بن عبدالله صحابي، پاڻ سڳورن جي پنجن، ڇهن صحابن سان گڏ دعوت ڪئي. ننڍو ڇيلو هوس، اهو ڪٺي ڪٺائين. جَوَنِ جو ڪاسو پيهارايائين، جيڪو اسان جي ٻن ٽوين جي برابر آهي. پاڻ ڪريم جن حضرت جابر جي گهر آيا ۽ پنهنجو لعاب مبارڪ اٽي ۽ گوشت ۾ وڌائون. حضرت جابر جي گهرواري سهيلة بنت مسعود انصاري کي فرمايائون؛ ته گهٽيون عورتون سڏي ماني پچائڻ لاءِ ويهار ته ماني پچائين. هن ڪيتريون ئي عورتون سڏي ماني پچائڻ لاءِ ويهاريون. مانين پچڻ ۽ ٻوڙ رڌجڻ کان پوءِ پاڻ سڳورن سيني ماڻهن کي سڏي ماني ڪارائي. پورا هڪ هزار ماڻهو هئا. جن کي ڏهن ڏهن جي ٽولي ڪري مانيءَ تي ويهاريو ٿي ويو. هڪڙي ڏهن ڄڻن جي ٽولي ماني کائي ڌَوُ ڪري اٿي ٿي. ته وري ڏهن ڄڻن جي ٻي ٽولي اچي ٿي ويٺي. سڀ ماڻهو کائي ڌَوُ ڪري ويا. پر ماني نه کٽي، پاڻ بچي پيئي. خالق پنهنجي خليل ﷺ سان ايڏا ڪرم ڪيا.

## اٺهيون معجزو

خندق واري جنگ جي ڏينهن ۾. هڪ ڏينهن نيرڙي ٽيپهري اچي ٿي، پر ايا نبي ڪريم ﷺ جن ٽيپهريءَ جي نماز نه پڙهي هئي. آخر سانجهيءَ جو وقت اچي ٿيو، ۽ سج لهڻ تي آيو. انهيءَ مهل پاڻ سڳورن سج کي فرمايو، ته تڪڙو نه هل ۽ ٿورو ترس. انهيءَ تي سج اُتي بيهي ويو، ۽ پنهنجو تحرڪ بند ڪري ڇڏيائين؛ تان جو سيني صحابه ڪرام

وضو ڪيو، ۽ پاڻ سڳورن سان گڏجي ٽيپهريءَ جي نماز پڙهيائون.
ايستائين سج هڪ هنڌ بيٺو رهيو، ۽ پوءِ غروب ٿيو.

## اٺهتريون معجزو

هجرت جي ڇهين سال نبي ڪريم ﷺ ابو رافع ڏانهن لشڪر ڪاهرايو، جيڪو يهودي هو ۽ پاڻ سڳورن جو وڏو دشمن هو. هن ڪيل عهد ڀڳا هئا، ۽ وات مان ڪچا وينڻ ڪڍيا هئائين. جڏهن هن مومن جي حملي جي خبر ٻڌي، تڏهن ڀڄي وڃي ڪنهن ڪوٽ ۾ لڪو. مومن جو لشڪر رات جو ان ڪوٽ وٽ وڃي پهتو. عبدالله بن عتيق صحابي راتو رات ڪوٽ تي چڙهي اندر ڪوٽ ۾ وڃي پهتو. ڪافر، ننڊ ۾ ستو پيو هو، ته حضرت عبدالله وڃي مٿانئس ڪڙڪيو. سندس پيٽ ۾ زور سان اهڙي ترار هنيائين جو پٺيءَ کان وڃي نڪتس. ان ڪان پوءِ ترار جي ڌڪ سان ٻه ٽُڪرَ ڪري ڇڏيائينس. ڪافر کي جهنم رسيد ڪري، ڪوٽ ٽپي ٻاهر ٿي آيو، ته چاڙهيءَ تان لهندي وقت سندس پير ترڪي پيو. سندس ڄنگهه جو ٻنيءَ وارو هڏو ڀڄي ٻه ٽُڪرَ ٿي پيو. هو پنهنجي پڳل ٻني ٻڌي، ساٿين وٽ اچي ڪين سڄي حقيقت ٻڌائي. پوءِ سڀئي گڏجي پاڻ سڳورن وٽ آيا، ۽ سڄي حقيقت بيان ڪيائون. حضور ڪريم ﷺ حضرت عبدالله کي چيو، ته اها ڄنگهه ڊگهي ڪر. هن ڄنگهه ڊگهي ڪئي، ته پاڻ ان هنڌ تي پنهنجو هٿ مبارڪ گهمايائون. انهيءَ ئي وير ٻنيءَ وارو هڏو ڳنڍجي ويو، ۽ حضرت عبدالله نو بنو ٿي ويو. الله تعاليٰ پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ کي ايذا ته ڏيچ ڏنا، جو انهن جو ڪو حد حساب ئي ڪونهي. اهڙي نور نبيءَ جي سدائين ساراهه ڪرڻ گهرجي.رب ڪريم سندن مان مرتبو وڏايو آهي، ۽ سيني کان وڌيڪ سونهارو ۽ خاصو خيرالوريٰ ڪيو آهي. موليٰ پاڪ، اسان جي دلين ۾ انهيءَ سنڀاجهي سائينءَ جي سڪ پيدا ڪر ۽ سيني کي انهيءَ حبيب جي حب نصيب ڪر. آمين

رب پاڪ، مڙني مومن کي بخش، ۽ انهن جون مدايون ميٽ. هن دنيا مان اسان کي ڪلمي سان لڏاءِ. لاالہ الا الله محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم.

## ستريون معجزو

هجرت جي ستين سال حضرت حبيب ڪريم ﷺ خيبر تي ڪاهه ڪئي. خيبر هڪ شهر هو، جنهن جي چوڌاري وڏا ڪوٽ هئا. ان ڪي وڏا اوچا ست قلعا هئا. اهو شهر، شام طرف مديني منوره کان ڇهن منزلن جي مفاصلي تي هو. ڪي ڏينهن اُتي مسلمانن جو لشڪر لٿو پيو هو. ڪافرن جنگ شروع ڪئي، پر ڪافرن جو قلعو گهڻن ڏينهن کان پوءِ به اڃا فتح نه ٿيو هو. اتي حضرت رسول ڪريم ﷺ حضرت علي ڪرم الله وجهه جي پڇا ڪئي، ته ڪٿي آهي. صحابه ڪرام عرض ڪيو، ته سندس اکين ۾ تڪليف آهي. انهيءَ ڪري جنگ ۾ وڙهي نه ٿو سگهي. اهو ٻڌي پاڻ ڪريم جن فرمايو، ته مون وٽ وٺي اچوس. اتي صحابه ڪرام ڪيس پاڻ سڳورن جي خدمت ۾ وٺي آيا. ٻنهي جهانن جي سردار سندس مٿو ڪٿي پنهنجي هنج ۾ رکيو، ۽ پنهنجو لعاب مبارڪ سندس اکين ۾ وڌائون. ان سان گڏ حضرت علي رضه جي حق ۾ دعا گهريائون، انهيءَ ٿي گهڙي سندس اکيون بالڪل ٺيڪ ٿي ويئون. حضرت علي رضه جيستائن حيات هئا، تيستائين وري ڀيهر ڪين اکين ۾ تڪليف نه ٿي.

## ايڪهتريون معجزو

حضرت بي بي اسماء بنت عميس حضرت ابو بڪر صديق رضه جي گهرواري هئي. حضرت صديق رضه مان ڪيس هڪ فرزند هو، جنهن جو نالو محمد هو. جڏهن حضرت ابو بڪر صديق رضه جو وصال ٿيو، ته ڪيس غسل حضرت بي بي اسماء ڏنو. انهيءَ بي بي اسماء کان روايت آهي، ته جڏهن خيبر ۾ هئاسون، ته حضور ڪريم ﷺ جن ٽيپهريءَ جي نماز پڙهي، حضرت علي ڪرم الله وجهه جي هنج ۾ مٿو مبارڪ رکي ليٽي پيا. انهيءَ وقت حضرت جبرئيل آيو، ۽ الله تعاليٰ جو پيغام اچي پاڻ سڳورن کي پهچايائين. ايئن ڪندي سج لهي سانجهي ٿي ويئي. جيئن ته پاڻ سڳورا، حضرت علي رضه جي هنج ۾ مٿو مبارڪ رکي ليٽيا پيا هئا، انهيءَ ڪري حضرت علي رضه ٽيپهريءَ جي نماز نه پڙهي. ان هوندي به حضرت علي رضه ادب وچان ڪجهه به نه ڪيو. جڏهن حضرت

جبرئيل موٽي هليو ويو. تڏهن حضور جن حضرت علي رضہ کان پڇيو تہ اوهان ٽيپهريءَ جي نماز پڙهي آهي؟ ان تي حضرت علي رضہ جواب ڏنو. تہ مون اجا تائين ٽيپهريءَ جي نماز کونہ پڙهي آهي. جيئن تہ اوهان جو مٿو مبارڪ منهنجي هنج ۾ هيو ۽ وحيءَ جو وقت هو: انهيءَ ڪري مون چپ ڪٽي ڪئي، ۽ ڪجهہ بہ نہ ڪيو. ان تي ٻاجهہ ڀريئي مرسل مصطفيٰ ﷺ ڌڻيءَ جي درگاهہ ۾ هٿ کڻي دعا گهري تہ اي موليٰ: سج کي موٽائي آڻ، تہ علي رضہ ٽيپهريءَ جي نماز پڙهي. ان دعا جي ڪري سج موٽي آيو، ۽ حضرت علي رضہ ٽيپهريءَ جي نماز پڙهي.

## ٻاهتريون معجزو

حضرت حبيب ڪريم ﷺ جن ڏينهن ۾ خيبر ۾ هئا. انهن ڏينهن ۾ اُتي ٻڪرين جو هڪ ڌنار هو، جيڪو حبشي هو، پر هڪ يهوديءَ جو غلام هو. سندس نالو "اسلم" هو. هن خيبر جي ٻاهران ٻڪريون ٽي چاريون، تہ هن حضور نبي ڪريم ﷺ کي ڏٺو. هن کي پرينءَ جي پيشاني ۾ نبيءَ جو نور ظاهر ظهور ڏسڻ ۾ آيو. هن جي دل تي ڏاڍو اثر ٿيو، ۽ هڪدم ڪلمو پڙهي مسلمان ٿيو. ايمان آڻڻ کان پوءِ هن پاڻ سڳورن کي عرض ڪيو، تہ مون وٽ ڪن ماڻهن جون ٻڪريون آهن، جيڪي آءٌ چاريندو آهيان. ان لاءِ آءٌ ڇاڪريان؟ منهنجي دل گهري ٿي، تہ اوهان سان گڏ هجان، ۽ پلڪ بہ پري نہ ٿيان پر منهنجي وڃڻ کان سواءِ ٻڪرين جو ڌڻ مالڪن کي ڪيئن رسندو. پاڻ ڪريم جن ڪيس فرمايو، تہ تون ٻڪرين کي هڪالي ڇڏ پاڻهي وڃي مالڪن کي رسنديون. انهيءَ ڳالهہ تي يقين رک ۽ دل ۾ وسوسو نہ آڻ. پاڻ ڪريم جن جيئن ڪيس چيو، تيئن ڪيائين، ۽ ٻڪريون هڪالي ڇڏيائين. ٻڪريون پاڻهي وڃي پنهنجي مالڪن تائين پهتيون.

## ٽيهتريون معجزو

جنگ خيبر ۾ سلمة بن اڪوع صحابيءَ کي جنگ ۾ ڪنهن ڪافر ڌڪ هنيون، جنهن ڪري سندس ڄنگهہ پنيءَ وٽان ڀڄي پيئي. جڏهن

انهيءَ حالت جي خبر پاڻ سڳورن کي پيئي، تڏهن پاڻ سلمة وٽ هلي آيا. سندس پنيءَ تي هٿ مبارڪ گهمايائون، ۽ انهيءَ هنڌ تي ٿي پيرا ڦيٽو رکيائون. انهيءَ ٿي گهڙي ڇنگهه صحيح سلامت ٿي وئي.

## چوهتربون معجزو

جڏهن پاڻ ڪريم جن جنگ فتح ڪرڻ ڪان پوءِ خيبر ۾ هئا. ته هڪ يهودي عورت زينب بنت حارث ٻڪريءَ جي گوشت ۾ زهر ملائي نبي ڪريم ﷺ کي هديو ڪري موڪلڻ جي رٿ رٿي. هن پڇا ڪئي، ته پاڻ سڳورن کي ڪهڙو گوشت پسند ايندو آهي. ان تي ڪيس معلوم ٿيو. ته ڪين ٻڪريءَ جي ران وارو گوشت پسند ايندو آهي. اهو معلوم ڪري هن ٻڪريءَ جي ران ۾ ويتر وڌيڪ زهر وڌو. جڏهن اهو هديو پاڻ سڳورن وٽ پهتو، تڏهن وٽن ٿورا صحابي هئا. انهن مان هڪ بشر بن براءِ هو. پاڻ سڳورن ، صحابه ڪرام کي سڏي، ڪاڌو ڪائڻ تي ويهاريو. پهريان پاڻ سڳورن ٻڪريءَ جي ران ڪٽي گوشت کي چکيو. بشر پڻ هڪ گرهه ڀريو. پاڻ سڳورن گوشت چکندي، صحابه کي فرمايو ته گوشت نه کائجو، جو ان ۾ زهر ملايل آهي. ان تي سيني مومن کاڌي مان هٿ ڪٽي ڪڍيا. پاڻ سڳورن زينب ڏانهن ماڻهو موڪلي ڪيس گهرايو، ۽ ڪيس صاف چيائون، ته تو اهو ڪم ڇو ڪيو؟ ان تي هن سڀ سچي ڪئي، ۽ چيائين ته مون اهو ڪم ڄاڻي واڻي ڪيو آهي. سوچيم، ته جيڪڏهن سچو نبي هوندو، ته ان کي ڪجهه به نه ٿيندو. پر جيڪڏهن ڳالهه ۾ فرق آهي، ته ڇٽي پونداسون. پاڻ ڪريم جن پنهنجي رحمت سان ان عورت کي گناهه بخش ڪيو، ۽ ان کي ڪابه تڪليف نه ڏنائون. اها هئي سڀاجهي سپرينءَ جي ٻاجهه ڀري طبيعت، جنهن دشمن جي دشمني به درگذر ڪئي. هو سيني جهانن لاءِ رحمت آهن، ۽ سندن طبيعت ماکيءَ کان به مٺي آهي.

جنهن بشر نالي صحابيءَ گوشت مان گرهه کاڌو هو، اهو راهه رباني وٺي ويو؛ پر خالق پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ کي زهر جي ضرر کان

محفوظ رکيو. ان کان پوءِ ڪيترو وقت هن جهان ۾ تشريف فرما رهيا. صحيح حديث ۾ روايت آئي آهي، تہ جڏهن پاڻ سڳورن جي وصال جو وقت ويجهو آيو، تڏهن زهر جو اثر ظاهر ٿيو. اهڙيءَ طرح الله تعالىٰ پنهنجي حبيب کي شهادت نصيب ڪئي. يعني پاڻ سڳورن کي نبوت ۽ شهادت جا رتبا گڏ مليا.

زينب بابت علمن ۾ اختلاف آهي. ڪن ڪتابن ۾ آيو آهي، تہ جڏهن زينب کي پاڻ سڳورن جي خدمت ۾ آندائون، تڏهن هن دل مان دغا ڪڍي اسلام قبول ڪيو.

## پنجهتريون معجزو

هڪڙن ڪارَ منهن ڪافرن ٿا ڪيو، جو ٻڪري کهي، رنڌي، ان ۾ زهر ملائي، حضرت نبي ڪريم ﷺ ڏانهن تحفو ڪري موڪلايائون. پاڻ سڳورن اهو گوشت کائڻ لاءِ صحابہ ڪرام کي گهرايو. ايئن ڪندي ٻڪريءَ جي گوشت ڳالهايو؛

لاتاکلوامني فا ني مسمومة

(مون منجهان نہ کائو، ڇاڪاڻ تہ تحقيق مون کي زهر وارو ڪيو اٿن)

اهو آواز ٻڌي هٿ ڪڍيائون، ۽ صحابہ ڪرام کي بہ کائڻ کان منع ڪيائون.

## ڇاهتريون معجزو

هجرت جي اٺين سال نبي ڪريم ﷺ جن مڪي جي فتح لاءِ سنبهي هليا. رمضان مهيني جي ڏهين تاريخ مدينے منوره مان اُسهيا. اها ڳالهہ مخفي رکيائون، تہ فتح مڪي لاءِ وڃي رهيا آهيون. ان لاءِ تہ متان مڪي جي ماڻهن کي خبر پئجي وڃي ۽ هو وڙهڻ لاءِ وڏي تياري ڪن. مڪي جي مسلمانن ۾ هڪ شخص حاطب بن ابي بلعت نالي هو، جنهن جا ڪٽنب قبيلا مڪي شريف ۾ هئا. هن مڪي جي ماڻهن کي چٺي لکي، تہ

حضرت حبيب ڪريم ﷺ مڪو فتح ڪرڻ لاءِ ايڏانهن اچي رهيو آهي.
هن اها چٺي لکي هڪ عورت کي ڏني، جنهن جو نالو ساره هو ۽ قريش
جي آزاد ڪيل هئي. حضرت جبرئيل سچي حقيقت اچي پاڻ سڳورن کي
ٻڌائي. پاڻ ڪريم جن حضرت علي ڪرم الله وجهه ۽ ڪن صحابن کي
سڏي چيو ته اوهان فلاڻي باغ ۾ وڃو جيڪو مديني ۽ مڪي جي وچ تي
آهي. اتي اوهان کي هڪ عورت ملندي جنهن کي حاطب جي لکيل هڪ
چٺي آهي؛ اها ڪاٺس وٺي اچو. هو حڪم موجب باغ ۾ پهتا، جتي کين
هڪ عورت نظر آئي. ان کي چيائون، ته توکي جيڪو خط آهي، اهو
ڪڍي ظاهر ڪر. عورت مڃي ئي نه . ان تي حضرت علي رضه ترار
ڪڍي عورت کي چيو، ته ڪڍين ٿي چٺي يا نه؟ عورت ڊڄي ويئي، ۽
پنهنجي سينڌ جي وارن مان خط ڪڍي ڏنائين. اهو خط وٺي اچي پاڻ
سڳورن کي ڏنائون. خط پڙهي، حاطب کي سڏايائون. پاڻ سڳورن کيس
فرمايو؛ خدا جي خوف کان نه ٿو ڊڄين، ۽ مهڙا ڪم ٿو ڪرين. انهيءَ
خط لکڻ مان تنهنجو ڪهڙو مقصد هو؟ حاطب عرض ڪيو؛ يارسول الله!
مون کي امان ڏيو. مون اهو خط انهيءَ لاءِ لکيو، جو اسان جا ڪڙم
قبيلا مڪي ۾ آهن. منهنجو اهل عيال به اتي آهي. مڪي جي ڪافرن جي
ڏاڍائيءَ کان هو ڊڄندا رهن ٿا. الله تعاليٰ کان سواءِ انهن جو ڪو به
ڪونهي. انهيءَ ڪري ڪافرن جون همدرديون حاصل ڪرڻ لاءِ مون
کين خط لکيو، ته جيئن هو منهنجي اهل عيال کي ڪو نقصان نه رسائين.
انهيءَ مقصد لاءِ مون خط لکيو هو. ان ۾ فقط ايترو لکيو هوم ته پاڻ
سڳورا ايڏانهن سنيرن پيا؛ ٻي ڪا مخالفت واري ڳالهه نه لکي هيم. مون
کان وڏي خطا ٿي آهي. اوهان مشفق مهربان آهيو. سهاجها سائين،
منهنجون خطائون معاف ڪر. پاڻ ڪريم جن سندس خطا کي درگذر
ڪيو، ۽ سندس گناهه بخشيائون . ان وقت هيءَ آيت نازل ٿي؛

يا ايها الذين آمنوا لاتتخذوا عدوي وعدوكم اولياء (الممتحنة - ١)

( اي ايمان وارو! منهنجي دشمن ۽ پنهنجي دشمن کي دوست

(ڪري) نہ وٺو.)

يعني اوهان ڪافرن کي دوست ڪري نہ وٺو. هو اسان جا دشمن آهن، ۽ اوهان جا ويري آهن. انهيءَ وحيءَ جي اچڻ تي مومنن کي تسلي ٿي، تہ جنهن ۾ حضرت رسول ڪريم ﷺ جي رضا آهي، ان ۾ رب جي رضا بہ آهي. ان موقعي تي حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه عرض ڪيو ، تہ اوهان جي اجازت هجي، تہ حاطب جو سر ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيان، جنهن نبي ڪريم سان نفاق ڪيو . پاڻ سڳورن فرمايو ، تہ حاطب نہ نفاق ڪيو آهي ۽ نہ دل ۾ دغا هيس. مگر سهوَ ڪئي اٿائين. جيڪا خدا بخشيندس. حاطب انهن مان آهي جيڪي جنگ بدر ۾ وڙهيا هئا. الله تعاليٰ پنهنجي مهر سان بدر وارن جون مَدايون بخشي ڇڏيندو. ان تي حضرت عمر رضہ جي اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيو، تہ عاصين لاءِ پاڻ سڳورن جي ايڏي تہ رحمت ۽ ڪرم آهي، جنهن جو ڪنڌي ڪنارو ئي ڪونهي.

ڪتابن ۾ آيو آهي، تہ جيڪا عورت خط ڪنيون ٿي ويئي، ان بہ ڪن ڏينهن کان پوءِ اسلام قبول ڪيو. الله تعاليٰ پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ سان ايڏا تہ ڪرم ڪيا آهن، جن جو حد حساب ئي ڪونهي.

## سنتهتربون معجزو

نبي ڪريم ﷺ جن جڏهن مڪو فتح ڪرڻ لاءِ مڪي اچي پهتا، تڏهن رمضان جي ١٩- تاريخ هئي، رمضان ٢٣ تاريخ خميس ڏينهن مڪو شريف فتح ٿيو، ۽ ڪافرن کي هميشہ لاءِ شڪست آئي. پاڻ سڳورا مڪي ۾ سترهن راتيون رهيا. جڏهن مڪي کان هليا، تڏهن اهو ڇنڇر جو ڏينهن ٧-شوال هئي. مڪي کان هلي حنين پهتا. "حنين"، مڪي ۽ طائف جي وچ تي مڪي کان اڀرندي طرف هڪ وادي آهي. اهو اڱاري جو ڏينهن شوال جي ڏهين تاريخ هئي، ۽ هجرت جو اٺون سال هو. هتي ڪافرن، مسلمانن جي لشڪر کي ڏٺو، تہ گڏ ٿي وڙهڻ لاءِ

سنيري آيا. ان وقت مسلمان گهٽا هئا، ۽ ڪافر ٿورا هئا. مسلمانن جو لشڪر ٻارهن هزار هو، ۽ ڪافرن جو فقط چار هزار هو. جڏهن مومن ڪافرن جو ٿورو لشڪر ڏٺو، ته چوڻ لڳا: ته اجهو ٿا ڪافرن کي ماري ختم ڪيون. پاڻ سڳورن سندن گفتگو ٻڌي فرمايو، ته وڏائي فقط واحد ڪي ٿي جڳائي ٿي. اهڙي ڳالهه نه ڪجي، جيڪا مالڪ سائين کي نه وڻي. الله تعاليٰ بي پرواه آهي.

جنگ شروع ٿي جهٽ ئي نه گذري، ته ڪافرن زوردار حملو ڪيو، جنهن ڪري مسلمان بيهي نه سگهيا، سندن پير اکڙي ويا، ۽ پٺ ڏئي ڀڳا. وڏائي ڪري ٿي چيائون، ته ڪافرن کي ماري ڀڃائي ڪڍنداسون، پر ان جي ابتڙ پاڻ ڀڄي ويا. جنگ جي ميدان ۾ فقط نبي ڪريم ﷺ، حضرت ابوبڪر صديق رضه، حضرت عمر رضه، حضرت علي رضه، حضرت عباس رضه ۽ ٻيا ڪجهه ماڻهو بيٺا رهيا. روايت ۾ آيو آهي، ته ڪل ڏهه ماڻهو هئا. ان وقت پاڻ سڳورا" بيضاء" نالي اٺ تي سوار هئا. حضرت عباس اٺ جي واڳ جهلي بيهي رهيو ۽ پاڻ ڪريم جن کي عرض ڪيائين، ته صحابه ڪرام کي سڏيو ته موٽي اچن. ٻنهي جهانن جي سردار صحابه ڪرام کي سڏيو، ته موٽي اچو. اهو آواز ٻڌي صحابه ڪرام موٽي آيا ۽ صفون ٻڌي بيٺا. ان کان پوءِ نبي ڪريم ﷺ مٽيءَ مان مٺ ڀري، ان تي "شاهت الوجوه" (ڪيئن منهن حيران ٿي ويا) لفظ ٽي ڀيرا پڙهيائون. پوءِ اها مٽيءَ مُٺ ڪافرن ڏانهن اڇلايائون، جيڪا وڃي ڪافرن جي اکين ۾ پيئي. انهيءَ ڪري سندن اکين جي بينائيءَ تي وڏو اثر پيو. وڻ ٽڻ يا ڪو پٿر ٿي ڏٺائون ته سمجهيائون ٿي ته ڪو سوار آهي. مطلب ته ڪک پن به هنن کي لشڪر ٿي نظر آيو. اهو ڏسي هو بيهي نه سگهيا ۽ وٺي ڀڳا. انهيءَ گهڙيءَ آسمان تان ملائڪ لهي آيا. ڪتابن ۾ آيو آهي، ته انهن جو تعداد پنج هزار هو. اهڙيءَ طرح الله تعاليٰ پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ کي سويارو ڪيو. ٻنهي جهانن جي سردار جو شان بيان ڪرڻ، اسان جي وس کان ٻاهر آهي. ان ڪامل

اڪمل جي ڪرم جو ڪنڌي ڪنارو ڪونهي. انهيءَ فتح لاءِ قرآن شريف ۾ آيو آهي.

لقد نصر کم الله في مواطن کثیرة ویوم حنین (التوبة - ٢٥)

(بيشڪ الله اوهان کي گهڻن هنڌن ۾ سوڀ ڏني ۽ (پڻ جنگ) حنين جي ڏينهن)

صحابہ ڪرام ڏانهن متان ڪو گمان ڪريو، تہ هنن مٿي مرسل ڪان پنهنجو ساھ پيارو ڪيو، ۽ پڇي ويا. مگر ان موقعي تي الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهن کي اهو ڏيکاريو، تہ الله تعاليٰ کان سواءِ ڪنهن کي بہ وڏائي ڪرڻ نہ جڳائي، ۽ ٻيو هي، تہ جيستائين الله تعاليٰ نہ ٿو چاهي، ٻانهو ڪجهہ بہ ڪري نہ ٿو سگهي. وڏي لشڪر ۽ گهڻن گهوڙن سان فتح حاصل نہ ٿي ٿئي، جيستائين مالڪ پنهنجي مهر ڪري سوڀارو نہ ٿو ڪري.

## اٺهتريون معجزو

ٻاڻ سڳورا جڏهن طائف جي جنگ ۾ هئا، تڏهن هجرت جو اٺون سال هو. طائف هڪ ڳوٺ آهي، جيڪو مڪي شريف جي اوڀر ۾ مڪي کان ٽن منزلن جي پنڌ تي آهي. هتي مختلف قسمن جا ميوا ٿيندا آهن. حضرت ابراهيم عليہ السلام جڏهن ڪعبو تعمير ڪيو، تہ هيءَ دعا گهريائين:

رب اجعل هذا بلدا آمنا وارزق اهله من الثمرات (البقرة - ١٢٦)

( اي منهنجا پالڻهار، هن شهر (مڪي) کي امن جو هنڌ ڪر ۽ سندس رهندڙن مان انهن کي ميون جي روزي ڏي.)

الله تعاليٰ پيغمبر جي دعا قبول ڪئي. مڪي کي امن جو شهر بنايو. انهيءَ ئي دعا جي قبوليت جي نتيجي ۾ الله تعاليٰ مڪي شريف کان ڪجهہ مفاصلي تي طائف واري هنڌ کي سرسبز ۽ شاداب بنايو، ۽ آنَ ۽ ميوا اپايا، تہ جيئن اهي ميوا مڪي جي ماڻهن تائين پهچي سگهن. قرآن شريف ۾ آيو آهي:

اولم نمكن لهم حرما آمنا يجبئ اليه ثمرات كل شيء رزقا من لدنا. (القصص - ١٥٧)

(ڪين حرم ۾ امن سان نہ ٽڪايو سون ڇا؟ جو ان ڏانهن سڀ ڪنهن جنس جو ميوو پاڻ وٽان روزيءَ طور پهچائبو آهي. )

مطلب تہ نبي ڪريم ﷺ جن مڪو فتح ڪري، حنين کان فارغ ٿي طائف آيا. اتي ڪافرن سان جنگ جوٽيائون، جنهن ڪري طائف ۾ ڪجهہ راتيون رهي پيا. هڪ رات، اٺ تي سوار ٿي، ڪنهن طرف ٿي ويا، تہ انهيءَ حالت ۾ ڪين ننڊ اچي ويئي. اونداهيءَ رات ۾ اٺ پاڻ مرادو هلندو رهيو؛ تانجو هڪ هنڌ اٺ جي سامهون ٻير جو وڻ اچي ويو. ان ڪان اڳ ۾ جو اٺ اچي ان وڻ سان ٽڪرائجي، ٻير ڇيرجي ٻہ ڦاڪون ٿي پيئي، ۽ وچان رستو ٿي ويو. انهيءَ لاءِ تہ متان پاڻ سڳورن کي ڪا تڪليف نہ پهچي. پوءِ اٺ انهن ٻن ڦاڪن جي وچان لنگهي ويو. الله تعاليٰ ان نشاني کي قائم رکيو، ۽ طائف ۾ انهيءَ ٻير جون ٻئي ڦاڪون جدا جدا بيٺيون هونديون هيون. انهن مان ڪوبہ ٽاري نہ وڍيندو هو؛ ۽ انهيءَ کي نبي ڪريم جي ٻير ڪري سڏيندا هئا. ١٢٣هہ تائين اها ٻير سلامت هئي. ان کان پوءِ الله تعاليٰ جي حڪم سان اها ٻير شهيد ٿي پيئي. ماڻهن ان جي ڪاٺ ٽڪر ڪٽي وچي ان مان تسبيحون ۽ ٻيون شيون ٺاهيون ۽ پاڻ سڳورن جي معجزي جي نشاني سمجهي، انهن کي پاڻ وٽ سانديائون.

## اٽا سيهون معجزو

حضرت نبي ڪريم ﷺ جو وڏو دشمن ابوجهل بن هشام هو. هو پاڻ سڳورن کي تڪليف پهچائڻ لاءِ هر قسم جا حيلا هلائيندو رهندو هو؛ پر هو ڪڏهن بہ پنهنجي ان مقصد ۾ ڪامياب ڪونہ ٿيو. هڪ ڀيري هن ڏٺو، تہ پاڻ ڪريم جن اڪيلا آهن ۽ نماز پڙهي رهيا آهن. ٻيو ڪوبہ ماڻهو وٽن ڪونهي. هن دل ۾ خيال ڪيو، تہ واهہ جو موقعو ملي ويو آهي. سو ڇا ڪيائين، جو هڪ وڏو پٿر ڪٽي، پاڻ سڳورن جي

مٿان اچلائڻ گھريائين. هن پٿر اڇلائڻ جي وڏي ڪوشش ڪئي، پر پٿر سندس هٿن مان ڪونه ڪريو ۽ سندس هٿ ۾ چميو رهيو، تان جو نبي ڪريم ﷺ نماز کان فارغ ٿيا. اهڙيءَ طرح الله تعاليٰ پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ کي پنهنجي امن ۽ حفاظت ۾ رکيو. ڪافر جو منهن ڪارو ٿيو، خدا جي مٿس لعنت هجي.

مالڪ سائين منهنجيون خطائون معاف ڪري ۽ مدايون ميٽ.

## اسيهون معجزو

٩- هجري رجب جي مهيني ۾ جنگ تبوڪ لڳي. تبوڪ هڪ ماڳ آهي، جيڪو مديني منوره کان چوڏهن منزلن جي پنڌ تي اتر طرف آهي. جيئن ته انهي هنڌ جنگ لڳي، انهيءَ ڪري ان کي "جنگ تبوڪ" سڏجي ٿو. انهيءَ جنگ ۾ سيڏي جي ڪوٽ تي پيئي، جنهن ڪري صحابه ڪرام بک کان پيٽن تي پٿر ٻڌا. اهڙيءَ حالت ۾ نبي ڪريم ﷺ کي اچي عرض ڪيائون ته موڪل ڏيو، ته اٺ ڪهي پيٽ قوت ڪريون. پاڻ سڳورن ڪين اجازت ڏني. ايئن ڪندي حضرت عمر رضه اچي عرض ڪيو ته يارسول الله ﷺ دعا گهرو، ته ثمر ۾ برڪت پوي ۽ وڌي. ان تي پاڻ ڪريم جن چم جي چادر پکيڙي ۽ سيني کي چيو ته پنهنجي کاڌ خوراڪ جون سموريون شيون هن ۾ اچي وجهو. ڪنهن مانيءَ ڳيو، ڪنهن ڪارڪن جي مٺ، ڪنهن ڪا ٻي شيءِ ان ۾ اچي وڌي. مطلب ته جنهن کي جيڪي ڪجهه هيو، اهو ظاهر ڪري ان ۾ وڌائون. کاڌ خوراڪ جون سڀ شيون جڏهن گڏ ٿيون، تڏهن به ايتريون ٿوريون هيون، جو هو سڀ ان مان پيٽ پري ڪائي نه سگهيا. اهو ڏسي پاڻ سڳورن دعا گهري ته اي منهنجا مالڪ هن ۾ برڪت وجهه. ان کان پوءِ سيني کي چيائون ته اچو، اچي هن مال مان پنهنجا ٿانو ڀري وڃو. سيني ماڻهن پنهنجا پنهنجا ٿانوَ ڀريا، تڏهن به اجا مال بچي پيو. ان ڪري ماڻهو ان مال مان پنهنجيون جهوليون ڀرڻ لڳا. اهو ڏسي پاڻ ڪريم جن

مرڪيا ۽ ان وقت فرمايائون: جن به دل جي سچائيءَ سان ڪلمو پڙهيو انهن کي باهه ويجهو نه ايندي. اهي آهن پنهي جهانن جي سردار جا معجزا، ۽ پنهنجي امت تي پيال پيلايون آهن. ان شفيع روز حشر جي سدائين ساراهه ڪرڻ گهرجي.

## ايڪاسيهون معجزو

حضرت انس رضه کان روايت آهي، ته جڏهن حضرت حبيب ڪريم ﷺ جو نڪاح بيبي زينب سان ٿيو، تڏهن منهنجي ماءُ ام سليمه بنت ملحانه ٿانوَ ۾ حيس وجهي، پاڻ سڳورن ڏانهن هديو ڪري موڪليو.

ان زماني ۾ عربن ۾ رواج هو، ته ڪارڪن ۾ گيهه ۽ پنير وجهي، ان مان ڪارڪن جون ڪوڪڙيون ڪيدي، هڪ طعام تيار ڪندا هئا جنهن کي حيس چوندا هئا.

حضرت انس وڌيڪ روايت ٿو، ڪري ته ماءُ جو ڏنل هديو، (حيس جي صورت ۾) کڻي اچي پاڻ ڪريم جن جي اڳيان رکيم ۽ عرض ڪيم، ته منهنجي امڙ سلام چيا آهن ۽ چيو اٿس، ته اسان کي هي ٿورڙو هديو ڏيندي شرم ٿو اچي. اسان کي گهڻو ڪجهه ڏيڻ گهربو هو، پر جيڪي پڄي سگهيو. ان تي پاڻ ڪريم جن حضرت انس کي فرمايو، ته اهو ٿانءُ اِتي رک ۽ وڃي فقيرن، مسڪينن ۽ جيڪي صحابي گڏجني، انهن کي هيڏانهن سڏي آءُ. حضرت انس رضه چوي ٿو ته ان حڪم موجب ٻاهر وڃي جيڪي ماڻهو گڏيا، انهن کي سڏي آيس. هزار ماڻهو گڏ ٿي ويا. پاڻ سڳورن ڏهن ڏهن جون ٽوليون ٺاهي انهن کي فرمايو، ته ڏهه ڏهه ماڻهو گڏجي ويهي، بسم الله چئي، هن ڪاڏي مان ڪائيندا وڃن. هڪڙا ڏهه ڄڻا ڪائي ڍؤ ڪري ٿي ويا، ته وري ٻيا ڏهه ڄڻا اچي ٿي ڪاڏي تي ويٺا. سڀ ماڻهو ڪائي ڍؤ ڪري ويا، پر اجا ٿانوَ ۾ اوترو حيس پيو هو، جيترو حضرت انس پهريائين آندو هو.

اهڙي سڀاجهي سائينءَ جي وصفن ۽ صفتن جي سدائين ساراهه ڪرڻ گهرجي.

## پياسيهون معجزو

جڏهن حضرت انس جو والد مالڪ وفات ڪري ويو، ته بي بي ام سليم حضرت ابوطلحه سان نڪاح ڪيو. ڪجهه ڏينهن گذرڻ کان پوءِ حضرت ابوطلحه رضه بيبي ام سليم کي چيو، ته گهر ۾ جيڪي هجيئي، اهو پچاءِ، ته رسالت ماب ﷺ کي دعوت ڪارايون. بيبي صاحبه کي گهر ۾ جيڪي ڪجهه هو، ان مان چار پنج مانيون پچي سگهيون. اهي مانيون ڪپڙي ۾ ويڙهي، حضرت انس جي هٿان ٻنهي جهانن جي سردار ڏانهن موڪليائين. حضرت انس جڏهن پاڻ ڪريم جن جي خدمت ۾ پهتو، ته ماڻهو گهڻا ۽ آندل مانيون ٿوريون ڏسي، لچارو ٿيو. حضور نبي ڪريم ﷺ کي ادب مان عرض ڪيائين، ته اوهان کي ابوطلحه جي گهر دعوت آهي. اهو عرض ڪري، موٽي گهر ويو، حضور جن سڀني صحابين کي ساڻ ڪري، ابو طلحه جي گهر ڏانهن روانا ٿيا. جڏهن گهر جي ويجهو آيا، تڏهن ابو طلحه ام سليم کي چيو، ته اسان کي ايترو ڪاڏو ته ڪونهي، جو پاڻ سڀني جي اڳيان رکون؛ ڇاڪاڻ جو پاڻ ڪريم جن سان ماڻهو گهڻا آهن. ٻنهي جهانن جي سردار ابو طلحه جو اهو گفتو ٻڌي ورتو؛ ۽ ام سليم کي فرمايو، ته ڪو خيال نه ڪيو، جيڪي آهي، اهو کڻي اچو. بيبي صاحبه وٽ جيڪي مانيون هيون انهن ۾ گيهه وجهي، آڻي پاڻ سڳورن جي اڳيان رکيائين. پاڻ سڳورن ڏهن ڏهن ماڻهن کي هڪ وقت ڪاڌي تي ويهاريو. هڪڙا ڏهه ڄڻا کائي ڍؤ ڪري ٿي ويا، ته ٻيا ڏهه ڄڻا اچي ٿي ويٺا. اهڙيءَ طرح سمورا ماڻهو جيڪي پاڻ ڪريم جن سان آيا هئا، کائي ڍؤ ڪري ويا. روايت ۾ آيو آهي، ته ڪل اسي ماڻهو هئا. ابوطلحه جي آکه به ان مان ڪاڌو. ان هوندي به طعام بچي پيو ۽ پاڙي اوڙي ۾ ڏياري موڪليائون.

## ٽياسيهون معجزو

حضرت جابر بن عبدالله روايت ٿو ڪري، ته جڏهن منهنجو پيءُ

شهيد ٿي ويو ته ڪيترو قرض ڇڏي ويو. مون وٽ جيڪي ڪارڪون هيون، اهي آءُ ڪٽي قرضدارن وٽ ويس. ۽ ڪين چيم، ته فوتيءَ جي ڪارڪون ڇڏيون آهن. جيڪي اوهان پاڻ ۾ ورهائي ڪڻو. ان تي قرضدار چوڻ لڳا، ته ڪارڪون تمام ٿوريون آهن، انهن مان اسان جي ڏنل قرض جي پورت نه ٿي سگهندي.

اهو حال ڏسي آءُ حضور جن وٽ ويس، ۽ عرض ڪيم، ته اوهان کي حال معلوم آهي. منهنجو پيءُ احد جي جنگ ۾ شهيد ٿي ويو. پويان مال ٿورو ۽ قرض گهڻو ڇڏيو اٿس. ان باري ۾ منهنجي مدد ڪرڻ فرمايو ۽ دعا گهرو ته جيئن قرض ادا ڪري سگهان. پاڻ سڳورن ڪيس فرمايو، ته ڪارڪن جون ڪوڙيون ٺاهي، مون وٽ اچ. هو ڪوڙيون ٺاهي پاڻ ڪريم جن وٽ آيو، پاڻ سڳورا سائس گڏجي ڪوڙين وٽ ويا، جتي ڪيترائي قرضدار ويٺل ڏٺائون. سڀ چئي رهيا هئا ته اسان کي پنهنجو قرض ملي.

ٻنهي جهانن جي سردار ڪوڙيون ڏسي، جيڪا وڏي ڪوڙي هئي، ان جي چوڌاري ٽي ڦيرا ڏيئي، ان تي چڙهي ويٺا. ان کان پوءِ جابر کي فرمايائون، ته قرضدارن کي سڏ ته اچي پنهنجو قرض وٺي وڃن. جڏهن قرضدار آيا، ته انهن کي فرمايائون، ته هن ڪوڙيءَ مان ٿانوَ مٿي ڪري، پنهنجي موڙي ڪٽي وڃو. سڀيئي قرضدار پنهنجي پنهنجي موڙي ڪٽي ويا، پر ڪوڙي ڪونه ڪٽي. ان کان پوءِ به ڪوڙي جيتري هئي، اوتري ئي رهجي ويئي. جيڪي ننڍيون ڪوڙيون هيون، اهي به بچي پيئون. اڳ ۾ مون ايئن ٿي سمجهيو ته هڪ به کارڪ ڪونه بچندي، جيڪا آءُ پنهنجي گهر کٽي ويندس. رڳو قرضدار راضي ٿين ته مون کي اطمينان ٿئي. هينئر ته وري اهو حال ٿيو، جو حبيب ڪريم ﷺ جي حرمت سان سڀ سالم رهجي ويئون. مٺي مرسل جي طفيل منهنجا سڀ ڏک ڏور ٿي ويا. صحيح بخاري ۾ آيو آهي، ته "جابر" جيڪي ڪارڪون موٽائي گهر ڪٽي ويو اهي ماپيون ويون ته سترهن خرار ٿيون. اهڙيءَ طرح سڀاڳي سائين

پنهنجن پيارن کي نوازيو.

## چورا سيهون معجزو

حضرت ابو هريره رضہ کان روايت آهي، تہ هڪ ڀيري ڏڪر پيو. مون وٽ ٿوريون کارڪون هيون. جيڪي کڻي نبي ڪريم ﷺ جي خدمت ۾ ويس، تہ دعا ڪن تہ انهن ۾ برڪت پوي. پاڻ سڳورن کارڪون ڳڻيون، تہ اهي ايڪيهہ هيون. پاڻ ڪريم جن اهي کارڪون هٿ ۾ کڻي دعا گهري، تہ الله تعاليٰ هنن ۾ برڪت وجهہ. پوءِ اهي کارڪون مون کي ڏنائين، فرمايائون، تہ ڳوٿريءَ ۾ هي کارڪون وجهہ. ضرورت موجب انهن مان ڪڍي کائيندا رهو. ڳوٿريءَ کي اونڌو نہ. حضرت ابوهريره چوي ٿو، تہ ان ڳوٿريءَ مان کارڪون ڪڍي کائيندا رهندا هئاسون؛ بلڪہ ٻين ماڻهن کي بہ ڪڍي ڏيندا رهندا هئاسون. کارڪون ڪڏهن بہ کونہ کٽيون؛ توڙي جو اسان ڏاڍي فراخدليءَ سان ڪڍندا واپرائيندا رهندا هئاسون. اندازو لڳايو، تہ انهيءَ ڳوٿريءَ مان بہ خرار کارڪون ڪڍي استعمال ڪيون هونديون سين. اها ڳوٿري مون ساڻ ڪي ورهہ هئي. حضرت عثمان رضہ جي زماني ۾ جڏهن مديني منوره ۾ ڦر ٿي، تڏهن ان ڏينهن اها ڳوٿري بہ منهنجي هٿان هلي وئي.

## پنجا سيهون معجزو

بيبي ام مالڪ نالي هڪ صحابياڻي هئي، جيڪا گيهہ جي دٻي آڻي نبي ڪريم ﷺ کي تحفي طور ڏيندي رهندي هئي. پاڻ سڳورا گيهہ لاهي ، دٻي کيس موٽائي ڏيندا هئا. اها دٻي گهر اچي رکندي هئي، تہ وري گيهہ سان پنهنجو پاڻ ڀريل نظر ايندي هئي. گيهہ ڪڍندي ڪم آڻيندي رهندي هئي، تڏهن بہ ان ۾ ڪا گهٽتائي نظر نہ ايندي هئي. گهڻن سالن کان پوءِ ام مالڪ اها دٻي اونڌي ڪري اوتي. ان کان پوءِ وري دٻي گيهہ سان کونہ ڀري. ام مالڪ اها ڳالهہ اچي پاڻ سڳورن جي خدمت ۾ عرض رکي. پاڻ فرمايائونس، تہ جيڪڏهن دٻي اونڌي ڪري نہ اوتين

ها، ته جيڪر هميشه گيهه سان پيريل رهي ها.

## ڇهاسيهون معجزو

نبي ڪريم ﷺ کي هڪڙي سواليءَ اچي ڪٽڪ جي ٽيهن ڪاسن جو سوال ڪيو، جيڪي ڪيس ڏنا ويا. اهي اڄ جي حساب سان پنڌرهن ڪاسا يا ان ڪان ٿورو مٿيرا ٿيندا. اَنَ ڪٽڪ مان اهو سوالي پنهنجي اهل عيال سوڌو کائيندو رهيو ۽ مهمانن کي به کارائيندو رهيو. ان هوندي به ان ۾ ڪا گهٽتائي نه ٿيندي هئي. هڪ ڏينهن هن ڇا ڪيو جو ان ڪٽي ميائين، ته پورو ٽيهه ڪاسا ٿيو. ان ڪان پوءِ اهو اناج وري نه وڌيو. پوءِ اها ڳالهه اچي پاڻ سڳورن کي ڪري ٻڌايائين. پاڻ ڪريم جن فرمايس، ته جيڪڏهن اناج مئين نه ها ته ڪڏهن به کونه کٽي ها.

## ستاسيهون معجزو

حضرت سمرة بن جندوب رضه کان روايت آهي، ته هڪ ڀيري مون ڪنهن رڌل گوشت جو پيالو نبي ڪريم ﷺ ڏانهن تحفي طور موڪليو. پاڻ سڳورن صحابه ڪرام کي سڏي، اهو گوشت کائڻ تي ويهاريو. صحابه ڪرام جون ڏهن ڏهن جون ٽوليون ٺاهيائون. هڪڙي ڏهن ڄڻن جي ٽولي کائي ڊؤ ڪري ٿي اٿي، ته وري ٻي ڏهن ڄڻن جي ٽولي اچي ٿي ويٺي. سانجهيءَ تائين ماڻهو ان پيالي مان گوشت کائيندا رهيا، پر پوءِ به پيالو اوتري جو اوترو رهيو.

## اٺاسيهون معجزو

حضرت عبدالرحمان بن ابوبڪر صديق رضه کان روايت آهي، ته هڪ ڀيري نبي ڪريم ﷺ سان سفر ۾ گڏ هئاسون. ان ساٿ ۾ هڪ سؤ ٽيهه ماڻهو هئا. پاڻ ڪريم جن ڪٽڪ جو هڪ ڪاسو اَٽائي پينهارايو، ۽ مانيون پچائڻ لاءِ چيائون. ٻي پاسي کان هڪ ٻڪري آڻائي، ذبح ڪيائون. ان جو جيرو ترايائون. پوءِ ان مان ٽڪر ڪٽي سيني کي ڏيندا ويا، تان جو سيني هڪ سؤ ٽيهن ماڻهن کي ٽڪر ٽڪر اچي ويو.

مطلب تہ سيني کي پاڳو ملي ويو.

مانين پچڻ ۾ گوشت رڌجڻ کان پوء، اهو گوشت ٻن ٿانون ۾ وڌائون. پوء صحابہ ڪرام ٻن حصن ۾ ٿي، ماني کائڻ ويٺا. سيني ماني کائي ڍؤ ڪئي. ان کان پوء بہ پيالن ۾ گوشت بچي پيو. جيڪو اسان پاڻ سان کنيون، تہ واٽ تي ڪم ايندو.

## اٺانويهون معجزو

حضرت ابوهريره رضہ روايت ٿو ڪري تہ هڪ ڀيري رسالت مآب ﷺ مون کي فرمايو، تہ سيني اهل صفہ وارن کي سڏي اچ. حڪم موجب سيني کي وڃي سڏي آيس، جيڪي ڪل چار سؤ صحابي هئا. پاڻ سڳورن انهن جي کائڻ لاء هڪ پيالو آڻي رکيو. سيني کائي ڍؤ ڪيو، ان کان پوء بہ پيالو اوترو جو اوترو ئي هيو. البت ان تي آڱرين جا نشان نظر ٿي آيا. مطلب تہ الله تعالىٰ پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ سان ڪروڙين ڪرم ڪيا.

## نويهون معجزو

حضرت علي ڪرم الله وجهه کا روايت آهي تہ هڪ ڀيري نبي ڪريم ﷺ پنهنجي ڏاڏي پوٽن يعني عبدالمطلب جي اولاد کي دعوت تي سڏيو. اهي ڪل چاليهہ ڄڻا هئا. هڪ ٿويو ڪٽڪ جو پچارائي، انهن جي اڳو رکارايائون . هو گهڻ- کائڪ هئا، ان هوندي بہ هو ڍؤ ڪري کائي اوباري اٿيا. پاڻي بہ ڍؤ ڪري پيتائون. ان کان پوء بہ کاڌو ۽ پاڻي اوتري جو اوترو بچيل نظر آيو. ڄڻ تہ کاڌي ۽ پاڻيء کي ڪنهن ڇهيو ئي نہ هو.

## ايڪانويهون معجزو

حضرت انس رضہ کان روايت آهي، تہ هڪ ڀيري رسالت مآب ﷺ سان سفر ۾ ساڻ هئاسون. ڪٿي بہ پاڻي نظر ڪونہ ٿي آيو، تان جو ٻيپهريء جو وقت اچي ٿيو. پاڻ سڳورن لاء ٿورڙو پاڻي بچائي رکيو

هيوسون، جيڪو آئي پاڻ ڪريم جن جي اڳيان رکيوسون. اهو ٿانوَ ننڍو ۽ سوڙهي منهن وارو هو. جنهن ۾ سولائي سان هٿ پئجي نہ ٿي سگهيو. ان ۾ پاڻي بہ ٿورو هو. پاڻ سڳورن ان ٿانوَ تي هٿ مبارڪ رکي، صحابہ ڪرام کي سڏ ڪندي فرمايو:

حي علي الوضوء والبرکة من الله

يعني سيئي اچو وضو ساريو: الله تعاليٰ پاڻيءَ ۾ برڪت وجهندو. ان ڪان پوءِ سيئي صحابہ ڪرام وضوء لاءِ سنيري آيا. حضرت انس رضہ چوي ٿو، تہ مون ڏٺو، تہ ٻنهي جهانن جي سردار جي آڱرين مان پاڻي نار ڪيون ٿي وهيو. ڏسو، تہ ٻنهي جهانن جي سردار ڪائنات جي ڪارڻيءَ سان قادر ڪريم ڪيڏا نہ ڪرم ڪيا.

## ٻيانويهون معجزو

حضرت جابر رضہ روايت ٿو ڪري، تہ سن ٦ - هجري ، ذوالقعد مهيني ۾ نبي ڪريم ﷺ جن پنهنجي صحابہ ڪرام سان "حديبيہ" جي هنڌ تي اچي رسيا. "حديبيہ" مديني شريف ڪان الهندي طرف ٻارهن ڪوهن جي پنڌ تي هڪ ماڳ آهي. پاڻ سڳورا جڏهن اُتي پهتا، تہ ڪافر، جنگ ڪرڻ جو قصد ڪرڻ لڳا. پاڻ ڪريم جن حديبيہ ۾ ڪجهہ راتيون رهي پيا. اُتي رهندي پاڻي کپي ويو، ۽ وضو ڪرڻ توڙي پيئڻ لاءِ پاڻي ڪونہ بچيو. جيڪي ڪوهہ هئا، اهي کٽي ويا. پاڻ سڳورن رڪوي مان وضو ٿي ساريو. "رڪوو" ڪونئري جهڙو ٿيندو آهي، ۽ چمڙي مان ٺهيل هوندو آهي. ان وقت ماڻهن اچي پاڻ سڳورن کي پاڻي جي اڻ هوند جي ڳالهہ ڪئي. ان ڪا ن پوءِ پاڻ ڪريم جن رڪوي تي هٿ رکيا، تہ سندن آڱرين مبارڪن مان پاڻي نار ڪري وهڻ لڳو. سيئي صحابہ ڪرام ان مان ڍءُ ڪري پاڻي پيتو ۽ وضو ساريو. حضرت جابر رضہ چوي ٿو تہ ان موقعي تي ١٥٠٠ ماڻهو هئا.

## ٽيانويهون معجزو

نبي ڪريم ﷺ جن جڏهن تبوڪ ۾ آيا، تہ اُتي پاڻي ڪونہ هو. ڏينهن بہ ڏاڍا گرم هئا، سو صحابہ ڪرام کي ڏاڍي اڃ لڳي. پوءِ اچي پاڻ سڳورن کي اهو حال ٻڌايائون. پاڻ ڪريم جن پنهنجي ٻٿيءَ مان تير ڪڍي کين ڏنو. ۽ فرمايائون تہ الله تعاليٰ جو نالو وٺي اهو تير وڃي زمين ۾ کوڙيو. تير کوڙڻ سان پاڻي اٿلي اوتون ڪري نڪرڻ لڳو. سڀني ڍؤ ڪري پاڻي پيتو ۽ وضو ڪيو. ان موقعي تي ٽيهہ هزار ماڻهو. ٻارهن هزار گهوڙا ۽ ٻارهن هزار اٺ هئا. ماڻهن کان سواءِ جانورن بہ ڍؤ ڪري پيتو.

## چورانويهون معجزو

حضرت ابوقتاده کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ سان هڪ سفر ۾ گڏ هئاسون. هڪ ڏينهن پاڻ سڳورن فرمايو، تہ اڄ واٽ تي پاڻي ڪونہ ملندو. انهيءَ ڪري تڪڙا تڪڙا هلندا رهو، ۽ وڪ وڌائيندا رهو. اهو حڪم ٻڌي سڀئي تڪا تڪا هلندا رهيا، ۽ نمازن کان سواءِ ٻي ڪابہ ساهي نہ ڪيائون. اهڙي نموني هلندا اچي اڌ رات جو هڪ هنڌ منزل ڪيائون. سامان رکي سمهي پيا، تہ ننڊ اچي وين. تان جو صبح جي نماز وير اٿيا، ۽ تيمم ڪري، صبح جي نماز پڙهيائون. ان کان پوءِ وري اٿي پنڌ پيا. پيپهريءَ تائين پنڌ ڪندا رهيا. اتي ڏينهن بہ اچي تتو، ۽ پاڻي بہ کٽو. رڻ پٽ لڳو پيو هو، ۽ پري پري تائين پاڻيءَ جو ڪوبہ نشان پتو ڪونہ هو. ٻيو تہ پاڻي ڪونہ هو؛ فقط هڪ ڪوئنري ۾ ٿورو پاڻي هو، جيڪو اسان آنحضرت ﷺ جي وضوءَ لاءِ کنيون هو. پاڻ ڪريم جن سڀني صحابہ ڪرام کي سڏيو، ۽ مون کي فرمايائون، تہ هن ڪوئنري مان کين پاڻي پيار. مان پاڻي پياريندو ويس؛ تان جو سڀني پاڻي پي ڍؤ ڪيو. پر پاڻ سڳورن ۽ مون اڃا تائين پاڻي ڪونہ پيتو هو. ان کان پوءِ پاڻ ڪريم جن مون کي پاڻي پياريو، ۽ پوءِ پاڻ پاڻي

پيتائون.

حبيب ڪريم ﷺ سان الله پاڪ جا ايڏا تہ فضل ۽ ڪرم آهن، جو انهن جو ڪو ڪنڌي ڪنارو ئي ڪونهي. واحد سائڻ جيڪي وڙ ڪيا آهن، انهن جو ڇيهہ ئي ڪونهي. رسول الله ﷺ جي جن دامن ورتي، انهن ڪي سنئين واٽ ملي. هو بي واهن جا واهرو، بي سهارن جا سهارا ۽ اپوجهن جا رهنما آهن.

## پنجانويهون معجزو

حضرت انس رضہ ڪان روايت آهي، تہ هڪ ڀيري سن ۹ -هجري ۾ مينهن ڪونہ پيو، انهيءَ ڪري ڏاڍو ڏڪر پيو. پنيون ٻارا سڪي ٺوٺ ٿي ويا. ماڻهو ۽ جانور پاڻيءَ لاءِ ور ور ڪري واجهائي رهيا هئا. انهن ڏينهن ۾ جمعي ڏينهن رسالت مآب ﷺ خطبو پڙهي رهيا هئا، تہ ائين ڪندي هڪ اعرابي خارجة بن حصن اچي عرض ڪيو، تہ سَيين پَرين سونهارا ۽ سٻاجها سائين، ملڪ ۾ ڏاڍو ڏڪر آهي، ۽ ماڻهو ڏاڍي ڏک ۽ ڏولائي ۾ آهن. ڪارڻي ڪو ڪرم ڪريو. ڪا ٻاجهہ ڪريو، تہ ڏيهہ تان ڏولائو لهي. ڌڻيءَ در دعا گهرو، تہ مينهن وسي، تہ سڪر سڻائو ٿئي. پاڻ سڳورن خطبي جي وچ ۾ هٿ کڻي دعا گهري: اي موليٰ پاڪ مينهن وساءِ، تہ سرسبزي ٿئي. تون ٻاجهارو آهين، سيني کي تنهنجو ئي آسرو آهي. دعا ڪان اڳ ۾ نہ جهڙ هو، ۽ نہ ڪو ڪڪر ئي نظر ٿي آيو. دعا گهرڻ ڪان پوءِ هڪدم جبلن جيڏا ڪارا ڪڪر آسمان ۾ ڊوڙندا نظر آيا. پاڻ سڳورا اڃا منبر تي ويٺا ئي هئا، تہ زوردار مينهن وسڻ لڳو. حضرت انس رضہ چوي ٿو، تہ مون پاڻ ڪريم جن جي ڏاڙهي مبارڪ مان مينهن جا ڦڙا ڪرندا ڏٺا. ست ڏينهن مينهن وسندو رهيو. سڄو هفتو سج ڏسڻ ۾ ڪو نہ آيو.

اهڙيءَ حالت ۾ ٻيو جمعو آيو. پاڻ سڳورا جمعي جو خطبو پڙهي رهيا هئا، تہ وري اهو اعرابي آيو. زاريون ڪري عرض ڪرڻ لڳو، تہ اي

الله جا رسول، دعا گھرو تہ مينھن بند ٿئي. گھٽي مينھن جي ڪري گھرن جون ڀتيون ڪري پيئون آھن، ھنيون ھڏي ويئون آھن، مال متاع ۽ ماڻھو ششدر آھن. اھو ٻڌي پاڻ ڪريم جن ھٿ کڻي دعا گھري:

اللهم حوالينا ولا علينا

(الله سائين، اسان جي آس پاس مينھن وسندو رھي پر في الحال اسان تي نہ وسي)

يعني الله سائين، اسان تي مينھن وسائڻ ھاڻي بند ڪر. ائين چئي ڪڪرن ڏانھن آگر جو اشارو ڪيائون. ھڪدم ڪڪر تڙي پکڙي ھليا ويا. سج نڪتو، ۽ نوائي ٿي ويئي. البت شھر ڪان پري وادين ۾ سڄو مھينو مينھن وسندو رھيو، جنھن ڪري سڃيون، سڪٽيون ۽ سُڪيون واديون پاڻيءَ سان ڀرجي ويئون. ان ڪان پوءِ جيڪو بہ ٻاھران آيو ٿي، ان چيو ٿي تہ ڏاڍو مينھن وسيو آھي. رب ڪريم پنھنجي حبيب ڪريم سان ايڏا ڀال ڀلايا.

## ڇھانويھون معجزو

حضرت عمر بن خطاب رضي الله تعاليٰ عنه ڪان روايت آھي، تہ ھڪ ڀيري نبي ڪريم ﷺ سان سفر ۾ گڏ ھئاسون. ڪافرن سان جنگ ٿي ھلي. ان حالت ۾ ڏينھن اچي تتو. انھيءَ ھنڌ تي پاڻي بہ ڪونہ ھو. انھيءَ ڪري اڄ ۾ ماڻھو ۽ جانور سڪي سوڙھا ٿيا. سيني کي اڄ ڏاڍو ستايو. اھو حال ڏسي حضرت صديق اڪبر رضہ پاڻ سڳورن کي اچي عرض ڪيو، تہ يارسول الله، ڏاڍيءَ در دعا گھرو، تہ پنھنجي ڪا مھرباني ڪري، ماڻھو ڏاڍا پريشان آھن. اھو ٻڌي نبي ڪريم ﷺ ھٿ کڻي دعا گھري ، اڃا ھٿ مٿي ئي ھين، تہ مينھن وسڪارو ڪري وسڻ لڳو. انھيءَ ڪري واديون ڀرجي ويئون. صحابہ ڪرام پنھنجا ٿانوَ پاڻيءَ سان ڀريا، ۽ ڍؤ ڪري پاڻي پيتائون. البت لشڪر واري حد ڪان ٻاھر مينھن ڪونہ وسيو.

## ستانويهون معجزو

حضرت قتاده بن نعمان صحابي چوي ٿو، ته هڪ ڀيري مون آچي نبي ڪريم سان سومهاڻيءَ جي نماز پڙهي. رات ڏاڍي اونداهي هئي. پاڻ سڳورن وڻ جي ٽاريءَ جي ڪاٺي ڏئي، مون کي فرمايو ته هيءَ ڪاٺي پاڻ سان کڻيون وڃ. هن ۾ ڏهه ڏيئا اڳيان ۽ ڏهه ڏيئا پويان ٻرندا رهندا. انهن جي روشنيءَ ۾ واٽ ورتيون وڃي گهر پهچ. جڏهن گهر گهرندين ته توکي اونداهي نظر ايندي، ان کي هيءَ لٺ هڻجانءِ. اهو شيطان هوندءِ. هو ڪاٺي وٺي هليو، ته ائين ٿي ٿيو، جيئن پاڻ سڳورن فرمايو هو. گهر گهريو ته اونداهي نظر آيس، ان کي لٺ هنيائين، ته شيطان ڀڄي ويو.

## اٺانويهون معجزو

هڪ ڀيري حضرت عبادة بن بشر ڪنهن ڪم لاءِ نبي ڪريم ﷺ جي خدمت ۾ آيو. ساڻس گڏ اسيد بن حصير به هو. سندن گهر ڪجهه پرڀرو هئا. جڏهن موڪلائي هليا ته رات ٿي ويئي. رات به اونداهي هئي. جڏهن گڏجي ٻاهر نڪتا ۽ پنهنجن پنهنجن گهرن ڏانهن وڃڻ لڳا؛ ته اونداهي رات جي ڪري رستو هٿ نه ٿي آيو. ائين ڪندي، سندن لٺين مان هڪ لٺ مان روشنائي نڪرڻ لڳي. انهيءَ جي سوجهري تي رستو وٺي هلڻ لڳا. واٽ تي به رستا ٿي نڪتا. هڪڙي کي هڪ رستي سان وڃڻو هو ۽ ٻئي کي ٻي سان. اهڙيءَ حالت ۾ الله تعاليٰ جي قدرت سان ٻيءَ لٺ مان به روشني نڪرڻ لڳي. پوءِ هر ڪو پنهنجي پنهنجي لٺ جيءَ روشنيءَ تي وڃي گهر پهتو. اهو به مٺي مرسل جو معجزو آهي، جنهن جي طفيل جهانن ۾ روشنائي ڦهلي.

## نوانويهون معجزو

حضرت حبيب ڪريم ﷺ هلندا هئا، ته ڪڪر ڇانوَ ڪري ساڻن گڏ

هلندو هو. جيڪڏهن هلندا هئا، ته ڪڪر به گڏ هلندو هو. جيڪڏهن بيهي رهندا هئا، ته ڪڪر به ڇانوَ ڪري بيهي رهندو هو. الله تعاليٰ پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ سان ايڏا ڪرم ڪيا.

## معجزو سئون

نبي ڪريم ﷺ جو پاڇو ڪڏهن به پٽ تي ڪونه پيو، ۽ نه ڪڏهن سندن جسم اطهر تي مک ئي ويٺي، نه سندن وارن مبارڪن ، ڪپڙن ۽ چادرن ۾ جوئا پيئي، ۽ نه ڪين مڇر ئي چڪ پاتو. سندن ڪپڙا ۽ چادرون ميريون نه ٿيون، ۽ نه سندن جسم اطهر کي ڪا ميرهه ئي لڳي. مطلب ته سپرين هر طرح سونهارا هئا.

ڪتاب "مواهب" ۾ آيو آهي، ته هڪ ڀيري حضور نبي ڪريم ﷺ حضرت انس جي ماءُ ام سليم جي گهر ستل هئا. حضرت ام سليم تنهن شريڪ هجڻ جي ڪري سندن محرم هئي. ننڊ ۾ پاڻ سڳورن جي جسم اطهر تي پگهر جا ڦڙا نمودار ٿيا. پگهر مبارڪ ۾ ڪٿوريءَ کان به وڌيڪ خوشبوءِ هئي، ۽ جنهن سڄي گهر کي واسي ڇڏيو. اهو ڏسي حضرت بيبي ام سليم هڪ شيشي کڻي آئي. صاف ۽ پاڪ ڪپڙو هٿ ۾ کڻي ان سان پگهر اگهندي، شيشيءَ ۾ وجهندي ويئي. ائين ڪندي پاڻ سڳورا ننڊ مان جاڳي پيا. بيبي صاحبه کان پگهر اگهڻ جو سبب پڇيائين . ان تي بيبي صاحبه عرض ڪيو، ته مون پگهر اگهي انهيءَ لاءِ شيشيءَ ۾ وڌو آهي، ته جيئن مون وٽ ۽ منهنجي اولاد وٽ اهو تحفو هجي.

## معجزو هڪ سؤ هڪ

حضرت ابوهريره رضه روايت ٿو ڪري، ته جڏهن مون اسلام قبول ڪيو، ته اهو هجرت جو ستون سال هو. منهنجي ماءُ اميمة بنت صبيح اڃا اسلام قبول نه ڪيو هو. مون پنهنجي والده کي وڏا وس ڪيا، ته اسلام قبول ڪر، پر هوءَ مڃيندي ئي نه هئي. جڏهن اها ڪوشش ڪندي مون کي گهڻا ڏينهن گذري ويا ۽ ان جو نتيجو ڪو نه نڪتو؛ تڏهن پاڻ

ڪريم جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيس ۽ روئي حال عرض ڪيم.
ڪين ٻاڏائي چيم، ته دعا گهرو، ته منهنجي ماءُ اسلام قبول ڪري. ان
تي پاڻ سڳورن هي لفظ چيا:

اللهم اهد ام ابي هريرة

(منهنجا الله سائين، ابوهريره جي ماءُ کي هدايت ڏي.)

دعا جا اهي لفظ ٻڌي، خوش ٿي گهر موٽيس. جڏهن گهر جي
ويجهو ٿيس، ته منهنجي والده منهنجي پيرن جو آواز ٻڌو. سڏ ڪري
چيائين: ابا، اتي ٿورو ترس. ان تي آءٌ بيهي رهيس. ايئن ڪندي پاڻيءَ
جي اوتڻ جو آواز ٻڌم. معلوم ٿيو ته امڙ غسل ٿي ڪيو، غسل ڪري
صاف ڪپڙا پهريائين ۽ پوءِ در ڪوليائين. جيئن ئي گهر ۾ داخل ٿيس،
ته امڙ ڪلمو پڙهيو. چٽيءَ طرح چيائين:

يا ابا هريرة، اشهد ان لااله الا الله واشهد ان محمدا رسول الله ﷺ

جڏهن والده کان اهي لفظ ٻڌم تڏهن ڏاڍو خوش ٿيس، ڏک ۽ درد
لهي ويا. پاڻ سڳورن کي اچي احوال ڪيم. پاڻ ڪريم جن به ڏاڍو
خوش ٿيا ۽ الله تعاليٰ جو شڪر بجا آندائون.

## معجزو هڪ سؤ ٻيو

حضرت ابوهريره رضه کان روايت آهي ته حضرت حبيب ڪريم ﷺ
هڪ ڪافر کي اسلام قبول ڪرڻ جي دعوت ڏني. هو چوڻ لڳو، ته
منهنجي ڌيءَ مري ويئي آهي، جيڪڏهن اها جيئري ٿي پوي، ته اسلام
قبول ڪريان. ٻنهي جهانن جا سردار ان سان گڏجي، ان جي سندس
ڇوڪريءَ جي قبر تي آيا. پڇس ڪان ان ڇوڪريءَ جو نالو پڇي،
ڇوڪري کي سڏ ڪيائون. ڇوڪريءَ قبر مان جواب ڏنو: "لبيڪ
وسعديڪ يا رسول الله ﷺ" يعني ڇوڪري چوڻ لڳي، ته آءٌ تسليم ٿي
ڪريان، ته اوهان الله جا رسول آهيو.آءٌ اوهان جي گولي، غلام ۽ ٻانهي
آهيان. ٻنهي جهانن جي سردار ڪيس فرمايو، ته ڇا توکي اها ڳالهه
پسند آهي، ته ٻيهر هن دنيا ۾ موٽي اچين. ڇوڪري چوڻ لڳي، ته

انهيءَ دنيا ۾ ٻيهر اچڻ مون کي پسند ڪونهي. مون پنهنجي مائٽن کان ٻُڌو ته ڪجهيءَ طرح اسلام قبول ڪيو هو. انهيءَ ڪري مون تي پنهنجي رب ڪريم جون وڏيون رحمتون آهن.هتي آءٌ ڏاڍي خوش آهيان. اوهان جي طفيل الله تعاليٰ مون تي وڏيون نوازشون ڪيون آهن. پاڻ سڳورا اهو ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ رب ڪريم جي ساراهه ڪيائون. روايت ۾ آيو آهي ته ان کان پوءِ ان ڇوڪريءَ جي ماءُ پيءُ اسلام قبول ڪيو.

## معجزو هڪ سؤ ٽيون

حضرت انس رضہ کان روايت آهي، ته هڪڙو جوان گذاري ويو. ڪيس پوڙهي ماءُ هئي، جيڪا اکين کان به نابين هئي. جڏهن اسان ان جوان جي موت جي خبر ٻڌي، ته اوڏانهن وياسون. ڏٺوسون، ته جوان گذاري ويو آهي. انهيءَ ڪري مٿس ڪپڙو ڪٽي وڌوسون. سندس ماءُ لڇي، ڦٿڪي زاروزار روئي رهي هئي. هنجون هاري دعا گهري رهي هئي، ته اي رب ڪريم، توکي سڀ حال معلوم آهي. اسان مڪي مان مديني شريف لڏي آياسون، ته جيئن رسول الله ﷺ راضي ٿين؛ جيڪو اوکي ويل اڙيلن ۽ منجهيلن جي واهر ڪندڙ آهي. مون کي يقين آهي، ته هو مون کي ههڙي حال ۾ نه ڇڏيندو. بي واهي، نڪمي، معذور ۽ محتاج آهيان. ٻيو ڇا چوان، توکي سڀ حال معلوم آهي.

حضرت انس رضہ چوي ٿو، ته اسان اُتي ويٺا هئاسون. قبر به کڄي ويئي هئي، ۽ ڪفن دفن جو بندوبست به ٿي رهيو هو. ائين ڪندي نبي ڪريم ﷺ جو معجزو ظاهر ظهور ڏٺوسون. ڇا ڏسون، ته اهو جوان چُرڻ لڳو، ۽ پنهنجو پاڻ چادر جو پلئہ منهن تان پري ڪري، اٿي ويٺو. ان ڪان پوءِ اهو جوان اٿي ماني کٽي آيو جيڪا گڏجي کاڌي سون.

(هن معجزي بيان ڪرڻ کان پوءِ مخدوم صاحب ٻنهي جهانن جي سردار جي دل جي گهرائين مان ثنا ۽ صفت بيان ڪئي آهي. اهي سٽون نعت جو اعليٰ نمونو آهن؛ انهيءَ ڪري اصل صورت ۾ هيٺ ڏجن ٿيون.

انهيءَ ڪري جو نثر ۾ اهو رس ۽ رچاءُ اچي نہ سگهندو)

سٺو امتي رسول جا حضرت محمد (ﷺ) جا پرتا
متان نا اميد ٿيو، سندي شافع شفاعتا
او سائين سونهاٽو سپين پرين خاتم الانبياء
اي سچا دوست الله جا خاصا خير الوريٰ
رسيم رج رٽن ۾، اچي موت متان
ڏوهن مون کي ماريو، جي ڏونگر ڪان ڳرا
منجهہ وڏائيءَ وڏا گهٽو، ڪيم خون خطا
آءٌ ٿو پروڙيان پانهنجا، ڪروڙين ڪچا
هيريم هنيون حرام سين، پيم حيف هٿان
پسان ڪين جهان ۾ جها. پاڻ مَنا
جو ڳو جهنم آهيان، افعالين پاران،
رسين رسول رب جا، اهوجهن اجها
تو ڏنهن آهيم آسرو، ٻي مون واٽ نہ ڪا
مٺن جيارين، اجن پيارين، ڪارائين بکيا
ڏين سوالين صدقا، ڊکين اگهاڙا
نالائقن نوازيين، پڇين پينارا
ڏکين متان لاهيين، ورهن جا ڏکڙا
مون کي سور سرير ۾، آهين اپارا
ويڙهي ويا وجود کي هم غم هزارا

---

* سانهاٽو= سونهن ڀريو * سپين پرين = هر طرح سان *ڏونگر = جبل *وڏائي وڏان گهٽو= وڏائيءَ ۾ پاڻ کي وڏو پيو سمجهان *ڪچا= ڪچا ڪم، خراب ڪم *هنيون= دل *پسان = ڏسان *جِها = جهڙا *پاڻَ مَنا = پاڻ ۾ جيڪي مَنائيون (کوجها ڪم) آهن. *جوڳو جهنم = جهنم جي لائق *پينارا = پنٽا. سوالي *اپار = تمام گهڻو. *

رس رسول رحمتي، سچا ريبارا
ڪر شفاعت شفيع تون، مرسل موچارا
تاڻي نيو جنت ڏونهه عاجز آسارا
جي ڏوهن گهٽو گهيريا، ولها ويچارا
ڪانهي طاقت تن ڪي، ڪا پنهنجي پاران
ڪرتون قريب رب جا، سيني سنڀارا

## معجزو هڪ سؤ چوٿون

زيد بن خارجة انصاري ڪنهن طرف ويو ٿي ته واٽ تي ڪري پيو. جلد ئي سندس ساهه پرواز ڪري ويو. اهو ٻپهري- ٽپهريءَ جي وچ وارو وقت هو. جڏهن سندس مٺن مائٽن کي خبر پيئي، ته سندس ميت گهر کڻي آيا. سندس مائٽاڻيون ڏاڍي ڏک وچان روئڻ ۽ درد مان دانهون ڪرڻ لڳيون. ميت کي غسل ڪفن ڏيئي، فارغ ٿيا، ته نبي ڪريم ﷺ جن به جنازي تي پهتا. اهو سانجهيءَ ۽ سومهڻيءَ جي وچ وارو وقت هو. ائين ڪندي آواز آيو، ته رئڻ رڙڻ ڇڏيو، ماٺ ڪريو. جان ڪٽي ڏسن ته ميت پيو ڳالهائي، ۽ سندس جسم ۾ ساهه پئجي ويو آهي. هن پاڻ پنهنجو ڪفن کولي، منهن ڪڍي چيو:

السلام عليكم يارسول الله ورحمة الله و بركاته

يعني اي مٺا مرسل، توهان تي سلام ۽ سلامتيون هجن. الله تعاليٰ اوهان کي سچو پيغمبر ڪري موڪليو آهي. اي هدايت جا نور، توهان تي الله تعاليٰ جون رحمتون ۽ برڪتون نازل ٿينديون رهن. توهان جي

---

رحمتي = رحمت ڪندڙ، ٻاجهارا * ريبارو= پيغمبر * تاڻي = ڇڪي، وٺي *نيو= پهچايو *ڏونهه = ڏانهن *آسارا = آسروند، اميدوار *عاجز = ڪمزور، مجبور، غريب *ولها = بي راهو، غريب، مسڪين.

طفيل زمين ۽ آسمانن ۾ روشني ڦهلجي ويئي. اوهان جهانن جي سونهن ۽ سوجهري جو سبب آهيو. توهان مڙني نبين ۽ رسولن جا سردار ۽ خاتم الانبياء آهيو. اوهان تي رسالت ۽ نبوت جو سلسلو ختم ٿيو. الله تعالىٰ اوهان تي بي حد و شمار فضل ۽ ڪرم ڪيا آهن. ائين چئي اهو جوان جوش مان ائين اٿيو ، جيئن ڪو ننڊ مان اٿندو آهي.

## معجزو هڪ سؤ پنجون

حضرت بيبي عائشہ رضي الله تعالىٰ عنها کان روايت آهي، تہ جڏهن نبي ڪريم ﷺ جن حجة الوداع لاء تي آيا، تڏهن "حجو" نالي هنڌ وٽ لٿا. "حجو" هڪ جبل آهي، جيڪو مڪي شريف جي ٻاهران اتر- اوڀر طرف ٿوري مفاصلي تي آهي. ان ۾ ٻنهي جهانن جي سردار جي والده ماجده بيبي "آمنہ" جي مزار آهي. حبيبِ خدا ﷺ جڏهن مزار جي ويجهو ٿيا، تہ ڏاڍو ڏک هونِ. ڪيترو وقت ان مزار وٽ ويٺا رهيا. ان کان پوء جڏهن اتان روانا ٿيا، تہ ڏاڍا خوش هئا. صحابہ ڪرام، پاڻ سڳورن کان ان ڪيفيت جو احوال پڇيو. ان تي ٻنهي جهانن جي سردار فرمايو، تہ الله تعالىٰ منهنجي والده ماجده کي جيئرو ڪيو. جيئري ٿيڻ کان پوء هن ڪلمو پڙهي مون تي ايمان آندو. ان کان پوء هن وري وفات ڪئي. الله تعالىٰ پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ سان ايڏا احسان ڪيا، جو ڳاڻيٽي کان ٻاهر آهن. پاڻ سڳورن جا اهي معجزا ٻڌي، ڏک ۽ غم لهي وڃن ٿا، ۽ دل کي سڪون ملي ٿو.

ٻي روايت ۾ آيو آهي، تہ حضرت بيبي آمنہ جي مزار "ابواء" ۾ آهي، جيڪو جبل مڪي شريف ۽ مديني منوره جي وچ تي، مديني منوره کان پنجن منزلن جي پنڌ تي آهي. اتان قديم رستو گذري ٿو. روايت ۾ آيو آهي، تہ جناب عبدالمطلب جا ناناڻا مديني شريف ۾ رهندا هئا، جيڪي بني نجار قبيلي مان هئا. حضرت بيبي آمنہ انهن سان ملڻ لاء مڪي شريف کان مديني آئي هئي. پاڻ ڪريم جن بہ ان سان گڏ هئا.

مهينو کن مديني منوره ۾ رهڻ کان پوءِ جڏهن موٽي مکي شريف ٿي آيا، تہ واٽ تي "ابواء" نالي ماڳ وٽ حضرت بي بي صاحبہ وفات ڪئي. ان وقت پاڻ ڪريم جن جي عمر ڇهہ سال هئي. ان کان اڳ ۾ جڏهن پيغمبر خدا ﷺ جن اڃا والده ماجده جي پيٽ ۾ هئا، تہ سندن والد بزرگوار وفات ڪري ويو هو. انهن ڏينهن ۾ جناب عبدالمطلب حضرت عبدالله کي مکي شريف کان مديني شريف موڪليو، هو تہ اُتي ڪمائي، پيٽ قوت لاءِ ڪارڪون ڪٺي اچي. هو جڏهن مديني منوره پهتو، تہ اُتي وفات ڪيائين. کيس بني نجار قبيلي جي محلي ۾ "نابغه" جي حويلي ۾ دفن ڪيائون. "نابغه" ان قبيلي جو هڪ مرد هو. اهو ماڳ اڄ ماڻهن ۾ مشهور ڪونهي؛ ڇاڪاڻ جو ان کي ڪيترائي سال گذري ويا آهن.

حضرت بيبي عائشہ کان روايت آهي، تہ الله تعاليٰ نبي ڪريم ﷺ لاءِ سندن ماءُ پيءُ زندهہ ڪيا، جن ٻنهي، پاڻ سڳورن تي ايمان آڻي، ڪلمو پڙهي وري وفات ڪئي.

## معجزو هڪ سؤ ڇهون

حضرت جابر هڪ ڏينهن ٻڪري ڪهي، رنڌي، ان ۾ مانيون ڀوري وجهي ثريد(١) ٺاهيو. پوءِ حضرت نبي ڪريم ﷺ جي دعوت ڪيائين. پاڻ سڳورا جڏهن اها دعوت کائڻ لاءِ پنهنجي صحابہ ڪرام سان حضرت جابر وٽ آيا، تہ سيني کي فرمايائون، تہ گوشت کائجو، پر هڏا نہ ڀڃجو. انهيءَ ڪري هڏا ڀڃڻ کان سواءِ هڪ هنڌ گڏ ڪري رکيائون، پوءِ پاڻ سڳورن هڏن تي پنهنجا هٿ مبارڪ گهمائي، ڪجهہ لفظ چيا، ان کان پوءِ الله تعاليٰ جي امر سان انهن هڏن مان ٻڪري ٽپ ڏيئي ظاهر ٿي. الله تعاليٰ پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ سان وڏا وڙ ڪيا.

---

(١)"ثريد" هڪ کاڌي کي چوندا هئا. ڇا کندا هئا، جو گوشت جو ٻوڙ رنڌي، ان جي رَسَ (شوروي) ۾ مانيون ڀوري وجهي ملائيندا هئا.

## معجزو هڪ سؤ ستون

نبي ڪريم ﷺ جڏهن مڪي شريف ۾ هئا، ته بيت المقدس ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهندا رهيا. جڏهن هجرت ڪري مديني منوره ڏانهن ويا، ته اتي به پهريائين بيت المقدس ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهندا هئا. اهو ڏسي اتي جي يهودين چيو، ته بيت المقدس، ته اصل ڪان اسان جو قبلو آهي. مسلمانن به ان کي پنهنجو قبلو بنايو آهي؛ پنهنجو قبلو اٿن ئي ڪونه. ان تي رسالت مآب ﷺ دل ۾ خواهش ڪئي، ته اسان لاءِ جيڪر جدا قبلو ٿئي، جيڪو ڪعبة الله هجي. ان کان پوءِ پاڻ سڳورن بني سلمة جي مسجد ۾ نماز ٿي پڙهائي، ته نماز دوران حضرت جبرئيل ٻنهي جهانن جي سردار کي اچي مبارڪ ڏني، ته الله تعاليٰ اوهان جي دل جي مراد پوري ڪئي، ۽ اوهان لاءِ ڪعبة الله کي قبلو مقرر ڪيو. اها ٻيپهريءَ جي نماز هئي، اڱاري جو ڏينهن ۽ شعبان جي ١٥ تاريخ هئي. ٻه رڪعتون پڙهيون هئائون، جو حضرت جبرئيل آيو، ۽ قرآن شريف جي هيءَ آيت آندائين:

فول وجهک شطر المسجد الحرام (البقرة -١۴۴)

(پوءِ (اي پيغمبر) پنهنجي منهن کي تعظيم واري مسجد ڏانهن ڦيراءِ)

يعني بيت المقدس کان پنهنجا منهن ڦيريو، ۽ ڪعبة الله ڏانهن منهن ڪريو. پاڻ سڳورن انهيءَ ئي وقت منهن ڦيري ڪعبة الله شريف ڏانهن ڪيو. پويون ٻه رڪعتون ڪعبة الله شريف ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهيائون. ان حڪم جي ڪري پاڻ سڳورا ڏاڍو خوش ٿيا.

## معجزو هڪ سؤ اٺون

حضرت معيقيب جيڪو يمن جو رهاڪو هو؛ کان روايت آهي، ته آءُ مڪي شريف حج ڪرڻ لاءِ آيو هوس. اهو نبي ڪريم ﷺ جي هجرت جو ڏهون سال هو. پاڻ ڪريم جن به ان سال حج ڪرڻ لاءِ تشريف فرما ٿيا هئا. مڪي شريف ۾ هڪ حويلي هئي، جڏهن ان ۾ داخل ٿيس

تہ پاڻ ڪريم ڪي اُتي ڏٺم. ان وقت هڪ عجب ۾ وجهندڙ واقعو اکين سان ڏٺم. ڇا ڏسان تہ هڪ ماڻهو، هڪ ڏينهن جو ڇاول ٻار پاڻ سڳورن جي خدمت ۾ کڻي آيو. پاڻ سڳورن ان سان گفتگو ڪندي چيو: تون اسان کي سڃاڻين ٿو. ان تي اهو هڪ ڏينهن جو ڇاول ٻار ڳالهائڻ لڳو. چوڻ لڳو، تہ توهان حضرت محمد مجتبيٰ، الله جا رسول آهيو. توهان جهڙو جهانن ۾ نہ ڄائو آهي، نہ ڄمندو. اوهان جهانن لاءِ رحمت آهيو، آءٌ اوهان کي چڱيءَ طرح سڃاڻان ٿو. ٻنهي جهانن جي سردار فرمايو، تہ تون بلڪل سچ چيو آهي.

## معجزو هڪ سؤ نائون

هڪ ڀيري هڪ عورت نبي ڪريم ﷺ جي خدمت ۾ آئي. پاڻ سان هڪ ٻار هوس. چوڻ لڳي: يارسول الله ﷺ، هي ٻار چڱي وڏي عمر جو اچي ٿيو آهي؛ پر ڳالهائي ڪو نہ ٿو. ان تي ٻنهي جهانن جي سردار ڪيس فرمايو: اي ننڍڙا عاقل، اسان کي سڃاڻين ٿو. ان تي ٻار ڳالهائڻ لڳو. چوڻ لڳو: يارسول الله ﷺ آءٌ اوهان کي چڱيءَ طرح سڃاڻان ٿو. توهان الله جا رسول، نبين جا سردار، ۽ اڙين جا آڌار آهيو. سيئي توهان جي ئي شفاعت جا اميدوار آهن. ان ڪانپوءِ ٻار جي زبان کُلي پيئي، ۽ هو ڳالهائڻ لڳو.

اهڙي سچي سردار جي ساراهہ سدائين ڪندو رهجي. منهنجا موليٰ پاڪ، ان سونهاري سڄڻ جو قرب نصيب ڪر. سندن محبت اسان جي دلين ۾ دائم ۽ قائم رک، ۽ اسان کي سندن زيارت نصيب ڪر. هو جهانن جي سونهن ۽ سينگار آهن، هيءَ ڪائنات سندن ئي طفيل وجود ۾ آئي آهي؛ ۽ سندن سونهن جو ڪو مَٽَ ثاني ڪونهي. هو اٻوجهن جو آڌار، بي واهن جا واهرو آهن؛ ۽ اڙين منجهين کي اچي راهہ ۾ رسندا آهن ۽ کين مصيبتن ۽ مشڪلاتن مان ڪڍي، منزل مقصود تي پهچائيندا آهن.

## معجزو هڪ سؤ ڏهون

هڪ ڀيري هڪ عورت هڪ ٻار وٺي حضرت رسالت مآب ﷺ جي خدمت ۾ آئي. عرض ڪيائين ته هي ٻار وڏو اڇي ٿيو آهي، پر ڳالهائي ڪونه ٿو. ان تي ٻنهي جهانن جي سردار پاڻي گهرائي، ان مان ڪرڙيون ڪرڻ لڳي ۽ هٿ ڌوتائون. ان ڪان پوءِ اهو پاڻي ان عورت کي ڏيئي فرمايائون، ته هي پاڻي پنهنجي پٽ کي پيار ۽ ان پاڻيءَ جو سندس جسم کي مکُ ڏي. جڏهن انهيءَ عورت ائين ڪيو، ته ٻار ڳالهائڻ لڳو. اهو ٻار وڏو ٿي وڏو داناءُ ٿيو.

## معجزو هڪ سؤ يارهون

هڪ ڀيري هڪ عورت پنهنجو ٻار ڪٺي رحمة للعالمين جي خدمت اقدس ۾ آئي. چوڻ لڳي: هن ٻار تي سانجهيءَ جي وقت چريائپ جو دورو پوي ٿو. اسان ڏاڍو پريشان ٿيا آهيون. پاڻ سڳورن ان ٻار جي سبني تي هٿ گهمايو. ان ڪان پوءِ ٻار کي اوڪارا اچڻ لڳا. هن الٽي ڪئي، ته ڪارا گل سندس پيٽ مان نڪري اچي پٽ تي پيا. جيئن ئي اهي گل ڪريا، ته پٽ تي ڊوڙڻ لڳا. ان ڪان پوءِ ٻار مان چريائپ ختم ٿي ويئي.

## معجزو هڪ سؤ ٻارهون

حضرت اسامه بن زيد روايت ٿو ڪري، ته اسان حج پڙهڻ لاءِ حضرت نبي ڪريم ﷺ سان گڏجي مکي شريف ڏانهن روانا ٿياسون. جڏهن اسان مديني منوره کان ٣٦ ڪوهن جي مفاصلي تي پهتا سون، ته هڪ عورت هڪ ٻار پاڻ سان وٺي پاڻ سڳورن جي خدمت ۾ آئي. عرض ڪرڻ لڳي، ته يا رسول الله ، هن ٻار ۾ چريائپ جا آثار آهن. جڏهن کان ڄائو آهي، تڏهن کان انهيءَ حالت ۾ آهي. ڪيس ڪابه سُرت ۽ سمجهه ڪانهي. ان جي ڏک ۾ ڏينهن رات روئندي پيا

گذاريون. پاڻ سڳورا اٺ ڄڃليون بيٺا هئا. ٻار کي سندن اڳيان ڪٺي وهاريائون. پاڻ ڪريم جن ڪيس ڦيٿو وڌو ۽ هي لفظ فرمايائون.

اخرجة يا عدو الله فاني رسول الله

(اي الله جا دشـمـن، تـون هـن مـان نـڪـري وڃ. آءٌ الله جو رسـول آهيان.)

يعني اي ڏٺيءَ جا دشمن ديو، هن ٻار مان نڪري ٻاهر ٿيءُ. آءٌ الله جو رسول محمد مجتبيٰ صہ آهيان.

ائين چئي پاڻ سڳورا ٻارَ مائيءَ کي ڏئي مڪي شريف روانا ٿيا. حج پڙهڻ کان پوءِ موٽ تي جڏهن ان ماڳ وٽان اچي لنگهيا، تہ اها عورت اچي سندن اڳيان بيٺي. هديہ طور تي هڪ ٻڪري اچي پيش ڪيائين. پاڻ سڳورن ڪانئس ٻار بابت پڇيو. چوڻ لڳي: يا رسول الله ﷺ، اوهان جي برڪت سان انهيءَ ئي وير ٻار چڱو ڀلو ٿي ويو. اسان جا ڏک ڏور ٿي ويا. پاڻ ڪريم جن ڏاڍو خوش ٿيا ۽ سندس هديہ قبول ڪيائون. ان سونهاري سيد جي سدائين ساراهہ ڪندو رهجي.

## معجزو هڪ سؤ تيرهون

محمد بن انس صحابي جڏهن اڃا ننڍو ٻار هو، تڏهن سندس والده ڪيس حضور نبي ڪريم ﷺ جي خدمت ۾ وٺي ويئي. عرض ڪيائين، تہ هن ٻار کي دعا ڪريو، تہ الله تعاليٰ سندس دين ۽ دنيا ۾ برڪت وجهي . پاڻ ڪريم جن ان ٻار جي مٿي تي هٿ رکيو، ۽ سندس حق ۾ الله تعاليٰ کان دعا گهري. الله تعاليٰ پاڻ سڳورن جي دعا قبول ڪئي. ان صحابيءَ کي دين ۽ دنيا جي ڀلائي نصيب ٿي. وڏي عمر ماڻيائين. سندس وار اڇا ٿي ويا، پر اهي وار اڇا ڪونہ ٿيا جن تي پاڻ سڳورن هٿ رکيو هو.

## معجزو هڪ سؤ چوڏهون

فديڪ نالي هڪ شخص هو. ان جي اکين تي ڇوڙي (پردو) اچي ويئي

هئي، جنهن ڪري بالڪل ڏسي ڪونہ سگهندو هو. اهو شخص حضور رسول ڪريم ﷺ جي خدمت اقدس ۾ آيو. ان وقت سندس عمر ٨٠ سال هئي. پاڻ ڪريم جن ڪيس ڦيٽو وڌو. الله تعاليٰ جي قدرت سان سندس اکيون سڄيون ٿي پيئون. فديڪ جو پٽ حبيب چوي ٿو، تہ مون ڪيترا ڀيرا ڏٺو، تہ منهنجو والد سُئيءَ ۾ سڳو وجهي ويندو هو.

## معجزو هڪ سؤ پندرهون

محمد بن حاطب کان روايت آهي، تہ آءٌ جڏهن ننڍو ٻار هوس، تہ چُلهہ تي چڙهيل ڪُنو مون تي ڪري پيو. ٻانهن سڄي سڙي پئي ۽ ٻيا عضوا بہ سڙي پيا. انهيءَ حالت ۾ منهنجي والده مون کي حضور ﷺ جي خدمت ۾ کڻي آئي. منهنجي والده جو نالو فاطمہ بنت محلل هو. پاڻ سڳورن مون تي ڦيٽو وڌو، ۽ منهنجي جسم تي هٿ گهمايائون. ان وقت هي لفظ فرمايائون.

ذهب الباس برب الناس (١)

(ماڻهن جي پالڻهار جي حڪم سان، مرض ايذاءُ سڀ ڪجهہ نڪري ويو.)

انهيءَ مهل ئي منهنجي ٻانهن چڱي ڀلي ٿي ويئي. ٻنهي جهانن جي سردار جي طفيل واحد ڏاڍا وڙ ڪيا.

## معجزو هڪ سؤ سورهون

هڪ عورت کي ڪوڙهہ جو مرض هو. انهيءَ اچي آنحضرت ﷺ جي خدمت ۾ پنهنجو حال بيان ڪيو. پاڻ سڳورن پنهنجي عصا کڻي ان عورت جي ڪوڙهہ واري هنڌ تي لڳائي. الله تعاليٰ پنهنجي فضل سان ان

---

(١) هيءَ مشهور دعا آهي، جيڪا هر مرض تي لڳي ٿي، انهن لفظن سان گڏ ٻيا لفظ بہ آهن.

جو مرض ميٽي ڇڏيو ۽ هوءَ خوش چڱي ڀلي ٿي ويئي.

## معجزو هڪ سؤ سترهون

هڪ شخص کي جلندر جي بيماري هئي. هن رسالت مآب ﷺ جي خدمت ۾ اچي شفايابيءَ جي دعا لاءِ عرض ڪيو. پاڻ سڳورن زمين مان مٽيءَ جي چپٽي کڻي ان تي ٿڪيو وڌو. اها مٽيءَ جي چپٽي ان کي ڏيندي فرمايائون، ته اها پاڻيءَ ۾ وجهي پي وڃ. جيئن ئي هن اها چپٽي، پاڻيءَ ۾ وجهي، پاڻي پيتو، ته سندس بيماري دفع ٿي ويئي.

## معجزو هڪ سؤ ارڙهون

زيد بن ارقم هڪ صحابي هو. ان کي اکين جي بيماريءَ وڪوڙيو. هو جڏهن حضور ﷺ جي خدمت ۾ آيو، ته بيماريءَ جي تڪليف جي ڳالهه ڪيائين. پاڻ ڪريم جن ڪيس فرمايو، ته تون جلد انهيءَ بيماري مان شفاياب ٿيندين؛ پر آخري عمر ۾ تنهنجي اکين جي بينائي ختم ٿي ويندي. ان وقت صبر ڪجانءِ، ۽ ڪنهن سان به شڪايت نه ڪجانءِ. انهيءَ سبب جي ڪري، سائين توسان سبب ڪندو ۽ دنيا ۽ آخرت ۾ ڀلائي ڪندو. مالڪ جي مهربانيءَ سان تنهنجيون اکيون وري سجيون ٿي پونديون. ان ڪان پاڻ ڪريم جن جيئن فرمايو هو، تيئن ئي ٿيو. هو جلد شفاياب ٿيو. ڪجهه وقت کان پوءِ سندس اکين جي بينائي ختم ٿي ويئي. هن ان تي الله تعاليٰ جو شڪر ڪيو، ۽ صبر ڪيو. قدرت خدا جي ٿورن ڏينهن ڪان پوءِ سندس اکين جي روشنائي وري موٽي آئي.

## معجزو هڪ سؤ اڻويهون

انصارن مان هڪ شخص فوت ٿي ويو. ان کي دفنائڻ لاءِ نبي ڪريم ﷺ جن به گڏجي هليا. جڏهن دفن ڪان پوءِ ماڻهو موٽي آيا ته فوتيءَ جي عورت سيني جي دعوت ڪئي. عورت طعام کڻي آئي. پاڻ ڪريم جن سيني کي کائڻ لاءِ چيو. پاڻ به هڪ گره کڻي جيئن ئي وات ۾

وجهي ڇہاڙيائون تہ فرمايائون: ٻڪريءَ جي گوشت مان معلوم ٿئي ٿو، تہ ٻڪري مالڪ جي موڪل کان سواءِ ڪٽي ويئي آهي. گرم وات مان ڪڍي عورت کان حقيقت پڇيائون. ان حقيقت بيان ڪندي چيو، تہ يارسول الله ﷺ "بقيع" ڏانهن ٻڪري خريد ڪرڻ لاءِ ماڻهو موڪليو هوم، ڇاڪاڻ جو اُتي سوداگر ٻڪريون وڪڻڻ ايندا آهن. اتان فقط هڪڙي ٻڪري حاصل ٿي. انهيءَ ڪري پاڙيسري ڏانهن پيسا موڪليم، تہ پيسن تي ٻڪري ڏين. ان گهر ۾ مرد ڪو نہ هو، فقط عورت هئي. ان عورت ٻڪري موڪلي ڏني. مطلب تہ پيسا ڏئي، ان عورت کان ٻڪري خريد ڪيم.

اهو ٻڌي پاڻ سڳورن ڪاڏي مان هٿ ڪڍيو. فرمايائون، تہ اهو ڪاڏو وڃي قيدين کي کارايو، ٻين کي اهو ڪاڏو کائڻ نہ جڳائي. اهي سمورا قيدي نصارا ۽ مشرڪ هئا. اهو ڪاڏو انهن کي ڏياريائون.

## معجزو هڪ سؤويهون

هڪ قوم جي علائقي جا سيئي کوهہ کارا هئا؛ ڪو بہ مٺي پاڻي وارو کوهہ ڪونہ هو. کاري پاڻيءَ جي کوهن ۾ بہ ٿورو پاڻي هو. جيڪڏهن هڪڙا پاڻي ڀري ٿي ويا، تہ ٻين لاءِ پاڻي کوهہ ۾ ڪونہ ٿي بچيو. انهن ماڻهن نبي ڪريم ﷺ جي خدمت ۾ پاڻيءَ جي حقيقت بيان ڪئي. اهو ٻڌي پاڻ ڪريم جن ان علائقي جي کوهن ڏانهن آيا. هڪ کوهہ تي ڦيٿو وڌائون، پنهنجو لعاب مبارڪ وڌائون. هڪدم کوهن ۾ پاڻي چڙهي آيو، ۽ پاڻي بہ مٺو ٿي ويو. پوءِ وري پاڻيءَ جي کوٽ نہ ٿي. حبيب ڪريم ﷺ جي برڪت سان ماڻهو پاڻيءَ جي کوٽ ۽ ڏکيائيءَ کان ڇٽي پيا. الله تعاليٰ پنهنجي رسول ڪريم ﷺ سان سدائين فضل ڪيا.

## معجزو هڪ سؤايڪيهون

هڪ ڀيري نبي ڪريم ﷺ جن هڪ انصاريءَ جي باغ ۾ آيا. ساڻن

گڏ حضرت ابوبڪر صديق رضہ، حضرت عمر رضہ ۽ هڪ انصاري هو. باغ ۾ ٻڪرين ۽ رڍن جا ڌڻ تي چريا. اهي ٻڪريون ۽ رڍون ٻنهي جهانن جي سردار کي ڏسي سجدي ۾ ڪري پيئون. ان کان پوءِ پاڻ سڳورن فرمايو، تہ ماڻهن کي الله تعاليٰ کان سواءِ ڪنهن ٻي کي سجدو نہ ڪرڻ گهرجي. رسول الله ﷺ سان واحد وڏا وڙ ڪيا، جن جو ڪو حد ۽ حساب ئي ڪونهي.

## معجزو هڪ سؤٻاويهون

الله تعاليٰ ملائڪن کي حڪم ڪيو، تہ سموري زمين جو چپو چپو وچي حبيب ڪريم ﷺ کي ڏيکاريو. ٻنهي جهانن جي سردار کي مشرق ۽ مغرب جي ڪنڊ ڪڙڇ جو مشاهدو ڪرايو، تہ جيئن سڄو جهان نبيءَجي نور سان منور ٿئي. اسان سمورا جهان حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ لاءِ خلقيا آهن. اسان چاهيون ٿا، تہ سڄي جهان جا عجائب، اسرار ۽ شيون ڏسن. پاڻ ڪريم جن فرمايو، تہ جهان جي سموري زمين اسان اڳيان ظاهر ڪئي ويئي، ۽ اسان ان جا سمورا اسرار ۽ عجائب ڏٺا.

نبي ڪريم ﷺ جي سدائين ساراهہ ڪجي، ثنا ۽ صفت ٻڌجي. سندن وصفن ۽ صفتن جي ساراهہ انسان جي بيان کان ٻاهر آهي. جيتري بہ سندن ساراهہ ڪجي، اها ٿوري آهي.

## معجزو هڪ سؤٽيويهون

هڪ ڀيري نبي ڪريم ﷺ جن نماز پڙهي رهيا هئا، تہ سندن آڏو اچي شيطان لنگهيو. الله تعاليٰ پاڻ سڳورن کي شيطان تي فتح ڏني، ۽ ان کي جهلي، مسجد جي هڪ ٿنڀي سان ٻڌي ڇڏيائون. شيطان ڏاڍيون آزيون نيزاريون ڪيون، تہ مون کي ڇڏيو، آءٌ وري ڀيهر ڪڏهن بہ اوهان جي نماز جي آڏو نہ ايندس. ان کان پوءِ شيطان کي ڇوڙي ڇڏيائون.

## معجزو هڪ سؤچوويهون

هڪ ڀيري سفر ۾ رحمة للعالمين ﷺ سان صحابہ ڪرام گڏ هئا، ۽ ڪنهن ڪم سان ڪيڏانهن وڃي رهيا هئا. ائين ڪندي صحابہ ڪرام وٽان اچي هڪ پکي لنگهيو، جنهن سان گڏ ان جا ٻچا بہ هئا. هڪ صحابيءَ اهي ٻچا ڪٽي پڪڙيا. جڏهن پاڻ سڳورا اتي آيا، تہ پکي ڳالهائڻ لڳو، ۽ پاڻ ڪريم جن کي عرض ڪيو، تہ منهنجا ٻچا مون کان کسيا ويا آهن. ڪائنات جا ڪارٽي، مهرباني ڪري منهنجا ٻچا مون سان ملايو. اهو ٻڌي پاڻ ڪريم جن سندس ٻچا کيس ڏياريا. مٿو مرسل ايڏو تہ ٻاجهارو هو، جو انسانن کان سواءِ پکي پکڻ، جيتن جڻين، ۽ جانورن تي بہ سندن نوازش جي نظر هئي.

## معجزو هڪ سؤپنجويهون

حضرت ابوطلحہ روايت ٿو ڪري، تہ مسلمانن مان هڪ شخص هو، جيڪو ڪجهہ وقت کان پوءِ ڦري مرتد ٿيو. نبي ڪريم ﷺ کي جڏهن اهي اها خبر ٻڌايائون، تڏهن پاڻ سڳورن فرمايو، تہ مٽي پڇاڻان ان شخص کي قبر جاءِ نہ ڏيندي. جڏهن هو مري ويو، تڏهن منهنجو ان واٽ وٽان گذر ٿيو. ڇا ڏسان، تہ لاش ٻاهر پيو آهي. ماڻهن کان پڇيم، تہ لاش پوريو ڇو نہ ٿا؟ ان تي هڪ ماڻهو چيو، تہ قبر کوٽي گهٽائي ڀيرا لاش پوريو اٿسون؛ پر هر ڀيري لاش قبر کان ٻاهر اچيو وڃي. ڪيترائي حيلا ڪيا اٿئون؛ پر زمين لاش کي جاءِ نہ ٿي ڏئي.

## معجزو هڪ سؤڇويهون

هڪ شخص نبي آخر زمان ﷺ بابت ڪوڙ ڳالهايو. اها خبر جڏهن پاڻ سڳورن کي پيئي، تڏهن ان کي ننديائون. اهو شخص پوءِ جلدئي مري ويو. مرڻ کان پوءِ ان جو پيٽ ڦاٽي پيو. جڏهن قبر ۾ پوريائونس، تڏهن زمين جاءِ نہ ڏنس. کيس پورڻ جي گهڻي ئي ڪوشش ڪيائون،

پر هر پيري زمين ان کي اوڳاڇيو ٻاهر ڦٽو ڪيو ڇڏي. جيڪو ماڻهو ٻنهي جهانن جي سردار کان ڦرندو، ان جو اهو حال ٿيندو.

## معجزو هڪ سؤستاويهون

حضور رسول ڪريم ﷺ جي سامهون "بشر" نالي هڪ شخص کابي هٿ سان ٿي کاڌو. پاڻ سڳورن کيس فرمايو، ته سڄي هٿ سان کاءُ. هن حڪم جي بجا آوري ڪرڻ بدران وڏائي ۾ ڪاهلي ڪئي، ۽ کٻي هٿ سان ئي کائيندو رهيو. چوڻ لڳو: آءٌ سڄو هٿ وات تائين آڻي نه ٿو سگهان. ٻنهي جهانن جي سردار کي اها ڳالهه نه وڻي، ۽ ان کي ننديندي فرمايائون: آئنده سڄو هٿ وات تائين آڻي به نه سگهندين. ٿيو به ائين. ان جو سڄو هٿ وري وات ڏانهن نه وريو. جيڪي ماڻهو پاڻ ڪريم جي فرمان کان ڦرندا، انهن جو اهڙو حال ٿيندو.

## معجزو هڪ سؤاٺاويهون

هڪ ڀيري رسالت مآب ﷺ مديني شهر مان لنگهندي ماڻهن کي هدايتون ڪري رهيا هئا، ۽ کين ٻڌائي رهيا هئا، ته اسان کان پوءِ هيئن ٿيندو. هڪڙي گمراهه شخص جڏهن اهي ڳالهيون ٻڌيون، تڏهن پاڻ سڳورن جي پٺيان بيجا ڳالهائڻ لڳو. ٻنهي جهانن جي سردار منهن ورائي ان شخص کي ڏٺو ۽ ان جو نامناسب ڳالهاءُ ٻڌو. پاڻ سڳورن کي مٺيان لڳي، ۽ ان شخص لاءِ فرمايائون، ته شل ان شخص جو منهن ڦري پٺيءَ ڏانهن ٿي پوي. جهٽ ئي نه گذري، ته ان شخص کي ڪنڌ ۾ سور پيو. انهيءَ ڪري منهن ڦيرائي پٺيءَ ڏانهن جو ڪيائين، ته وري منهن ڦري اڳيان ڪو نه آيس. ڪيڏي به ڪوشش ڪيائين. مرندو مري ويو، پر منهن اڳيان ڪونه ٿيس.

## معجزو هڪ سؤاوڻٽيهون

هڪ ڀيري رات جو مديني ۾ هڪ هيبتناڪ آواز ٿيو. هر ڪو ٽپو ڏيئي اٿيو، ۽ لٺ يا ترار کڻي ٻاهر نڪتو. نبي ڪريم ﷺ جن سڀني کان

اڳ ۾ اٿيا، ۽ نڪري ابو طلحہ جي گهوڙي تي سوار ٿيا. مٿي مرسل ان کي لغام بہ ڪونہ وڌو؛ ڪنڌ ۾ رسو ڪٿي وڌائونس. گهوڙو اصل کان ڍرو هلندو هو،، ۽ هوريان هوريان وکون کڻندو هو. جڏهن پاڻ ڪريم جن مٿس سوار ٿيا، تہ وڏيون وکيون وجهي، تيز هلڻ لڳو. انهيءَ ڪري پاڻ سڳورا سيني کان اڳ ۾ هٽيا. جلد ئي مٿو مرسل اڳتي وڃي واپس وريا ۽ اچي صحابہ ڪرام سان مليا. صحابہ ڪرام کي دلجاءِ ڏنائون، تہ خطري جي ڪابہ ڳالهہ ڪانهي؛ موٽي مديني ڏانهن هلو. صحابہ ڪرام کي عجب لڳو، تہ گهوڙو ڍرو هو؛ هينئر ڪيئن ٿو تڪو هلي! ان تي نہ سنج آهن، ۽ نہ وري لغام ئي اٿس. هنن پاڻ ڪريم جن کان ان حقيقت ٻڌائڻ لاءِ عرض ڪيو. زمين ۽ آسمانن جي نور، مٿي مرسل فرمايو: گهوڙو تہ درياءَ وانگر پيو تيز هلي؛ هڪل کان سواءِ پيو تڪو هلي ۽ ڪابہ گوهي نہ ٿو ڪري. ان کان پوءِ اهو گهوڙو هلڻ ۾ تيز ٿي ويو. ڪو بہ گهوڙو ان سان پڄي نہ ٿي سهگيو.

## معجزو هڪ سؤ ٽيهون

حضرت جابر رضہ کان روايت آهي، تہ ڪنهن جنگ ۾ نبي ڪريم ﷺ سان گڏ هوس. منهنجو اٺ ڪمزور هو، ۽ هلي نہ ٿي سگهيو. پاڻ سڳورن جڏهن اٺ جي ڍري هلڻ بابت پڇيو، تہ مون عرض ڪيو تہ اٺ هيٺو آهي، ۽ هلڻ جي طاقت ڪانهيس. ان تي پاڻ ڪريم جن اٺ کي هڪل ڪئي، تہ تڪو هل. ان سان گڏ اٺ جي تڪي هلڻ لاءِ دعا بہ ڪيائون. الله تعاليٰ جي قدرت سان اٺ ايڏو تيز هلڻ لڳو جو ٻين سيني اٺن کان اڳ ڪيدي ويو.

## معجزو هڪ سؤ ايڪٽيهون

حضرت جابر روايت ٿو ڪري، تہ هڪ سفر ۾ ٻنهي جهانن جي سردار سان گڏ هوس. سفر پورو ڪري جڏهن موٽياسون، ۽ مديني منوره جي ويجهو ٿياسون، تڏهن ڏاڍي واءُ لڳي. انهيءَ ڪري زمين مان مٽيءَ جو غبار اڏامڻ لڳو. انهيءَ حالت ۾ پاڻ سڳورن کان سواءِ ڪجهہ بہ ڏسڻ ۾ نہ ٿي آيو. ٻنهي جهانن جي سردار فرمايو، تہ اها منافقن جي

ڪري لڳي آهي. ٻچڙن ۽ بدڪارن جي ڪري الاهي آفتون اچن ٿيون، پر انهن شامتن جي تڪليف سڄي جهان جي ماڻهن کي رسي ٿي.

اڄڻ سان منافقن بابت پڇا ڪئي سون. ٻڌايائون، ته رفاعة بن زيد هيئنر مئو آهي جيڪو وڏن منافقن مان هو. اهڙيءَ طرح نرمل نور هدي سچيون خبرون ٻڌايون.

## معجزو هڪ سؤ ٻٽيهون

حضرت ابو سعيد خدري روايت ٿو ڪري، ته هڪ دفعي مون ٻين صحابه ڪرام سان گڏجي نبي ڪريم ﷺ سان سفر ٿي ڪيو. هلندي اچي "عسفان" نالي هنڌ تي پهتاسون؛ جيڪو مڪي شريف کان ٻن منزلن جي پنڌ تي آهي. اُتي گهٽائي ڏينهن ۽ راتيون رهياسون. صحابه ڪرام پاڻ سڳورن کي عرض ڪيو، ته هتي ٿوريون راتيون رهي موٽي هلجي؛ ڇاڪاڻ ته گهر اڪيلا ڇڏي آيا آهيون. دشمن اسان جي تاڙ ۾ آهن. اهو ٻڌي مٺي مرسل فرمايو، ته مديني منوره جون جيڪي گهٽيون ۽ رستا آهن انهن جي حفاظت لاءِ الله تعاليٰ ٻه ملائڪ مقرر ڪيا آهن. جيستائين اسان موٽي هلنداسون، تيستائين اهي مديني منوره جي حفاظت ڪندا رهندا. حضرت ابو سعيد قسم کڻي چوي ٿو، ته اسان جيڪي ڏينهن ٻاهر هئاسون، انهن ڏينهن ۾ ڪنهن جي گهر مان ذرو به ضايع نه ٿيو. چورن مديني منوره مان چوري ڪرڻ جي ڪوشش به ڪئي، پر هو پهچي ئي نه سگهيا.

شهر ۾ اچڻ کان پوءِ اجا هٿيار ئي نه کوليا سون، ته هڪ پاسي کان چور گهري آيا. صحابه ڪرام ڊڪي انهن کي پهتا. ڪن کي ماريائون، ته ڪي ڀڄي ويا.

منهنجا مالڪ سائين، پنهنجي مهرباني سان مشفق مصطفيٰ ﷺ جو قرب عطا ڪر، جيڪو سڀني نبين ۾ افضل ۽ اعليٰ آهي، ۽ تنهنجو خاصو خليل آهي. ان حبيب ڪريم ﷺ جي محبت منهنجي دل ۾ پيدا ڪر.

## معجزو هڪ سؤ ٽيٽيهون

بيبي ام عصر، جيڪا حضرت عتبه بن فرقد جي گهر واري هئي،

چوي ٿي، ته اسان عتبه جون چار گهرواريون هيونسين. اسان سيني ڀاڄن مان هرهڪ جي اها خواهش هوندي هئي، ته مڙس مون کي ٻين ڀاڄن کان وڌيڪ ڀانئين. انهيءَ ڪري پنهنجي پچنديءَ آهر ڏاڍو هار سينگار ڪنديون هيون سين. اسان ڏاڍا عطر، عنبير، مشڪ ۽ ڪٿوري مکينديون هيونسين. مگر حضرت عتبه ڪا به خوشبوءِ نه لڳائيندو هو. ان هوندي به ان مان ڏاڍي سرهاڻ پئي ايندي هئي. اهڙي ته خوشبوءِ پئي ايندي هئي، جنهن سان ڪنهن به قسم جي عطر جي خوشبوءِ مَٽَ پئجي نه ٿي سگهي.

آخر هڪ ڏينهن حضرت عتبه کان ان جي حقيقت معلوم ڪئي سون. هن ٻڌايو، ته جڏهن آءٌ ننڍو ٻار هوس، ته مون کي وڏي ماتا ٿي پيئي. منهنجا مائٽ مون کي نبي ڪريم ﷺ جي خدمت ۾ وٺي آيا. پاڻ ڪريم جن مون کي پنهنجي سامهون ويهاري، منهنجي جسم تي هٿ مبارڪ گهمايا ۽ ڦيٽو وڌائون. پاڻ سڳورن جي طفيل انهيءَ ئي مهل بيماري الائي ڪاڏي هلي ويئي ۽ آءٌ خوش چڱو ڀلو ٿي ويس. ان سان گڏ جسم ۾ خوشبوءِ پيدا ٿي پيئي. اڄ ڏينهن سوڌو اها خوشبو ختم نه ٿي آهي.

حضرت وائل بن حجر روايت ٿو ڪري، ته جڏهن رسول الله ﷺ سان گڏبو هوس، ۽ ڪين هٿ ڏيندو هوس، ته ٽي ڏينهن هٿن مان خوشبوءِ نه ويندي هئي. ڪتابن ۾ آيو آهي، ته جڏهن پاڻ سڳورا ڪنهن ٻار جي مٿي تي هٿ گهمائيندا هئا، ته ان جي مٿي مان ٽي ڏينهن خوشبوءِ نه ويندي هئي.

## معجزو هڪ سؤ چوٽيهون

حضرت ابوهريره رضه کان روايت آهي، ته جڏهن رسالت مآب ﷺ جي خدمت ۾ اچي اسلام قبول ڪيم، ته ان کان پوءِ مون دنيوي ڌنڌن سان تعلق ٽوڙي ڇڏيو. نه ڪنهن ٻنيءَ ۽ باغ جي پوکي راهي سان ڪو واسطو رهيو، ۽ نه ڪنهن وڻج واپار سان ئي ڪو لڳ لاڳاپو رهيو. گهڻي ۾ گهڻو وقت ٻنهي جهانن جي سردار جي خدمت اقدس ۾ ويٺو هوندو هوس، ته جيئن سندن حديثون ٻڌان، ۽ سندن منهن مبارڪ ڏسندو

رهان. مون کي ويساري جي عادت هئي ۽ ڪا به ڳالهه ياد نه رهندي هئي. هڪ ڏينهن پاڻ سڳورن کي اها حقيقت بيان ڪيم، ۽ پنهنجي حق ۾ دعا گهرڻ لاءِ عرض ڪيم. پاڻ ڪريم جن فرمايو ته پنهنجي ڪلهن تان چادر لاهي، هيٺ وڇاءِ. مون حڪم موجب ائين ڪيو. ان ڪان پوءِ پاڻ ڪريم جن ڪنهن ڳجهي نور مان ٻڪ ڀريائون، جيڪو مون کي ڏسڻ ۾ ڪونه آيو. اهو ڪٽي منهنجي چادر جي پلوَ تي رکيائون ۽ مون کي فرمايائون ته هينئر پنهنجي چادر جو پلوءُ سوڙهو ڪري، پنهنجي سيني سان لاءِ ته تنهنجو سينو نور سان منور ٿئي. ابو هريره ٻڌائي ٿو:

"ان ڪان پوءِ منهنجو سينو نور سان روشن ٿي ويو، ويسارو ختم ٿي ويو. ۽ حافظو تيز ٿي ويو. جيڪي ٻڌان اهو هڪدم ياد ٿيو وڃي ۽ وري ڪڏهن به نه وسري." اهوئي سبب آهي جو حضرت ابوهريره تمام گهڻيون حديثون روايت ڪيون آهن. ڪتابن ۾ آيو آهي، ته ڪيس پنج هزار ٽي سوءُ چوهتر حديثون ياد هيون.

## معجزو هڪ سؤپنجٽيهون

حضرت سفينة، جيڪو حضرت حبيب ڪريم ﷺ جو آزاد ڪيل غلام هو، روايت ڪري ٿو، ته هڪ ڀيري سفر دوران سمنڊ ۾ ٻيڙيءَ ۾ چڙهيل هوسِ، ته ٻيڙي ڀڄي پيئي. ان ڀڳل ٻيڙيءَ جو هڪ تختو هٿ اچي ويو، جنهن تي چڙهي ويٺس. تختو لڙهندو اچي ڪناري سان لڳو. ڪناري سان گهاٽو ٻيلو هو. ان ۾ شينهن ۽ ٻيا جانور هئا. ڪناري تي لهي ويٺس، ته هڪ شينهن نظر آيو، جيڪو گوڙيون ڪندو، رومڙ ڪندو ٿي آيو. مون کي ڪجهه ڀؤ ٿيو، سو شينهن کي مخاطب ٿي چيم، ته آءٌ نبي آخر زمان محمد مصطفيٰ ﷺ جو غلام آهيان، ۽ منهنجو نالو سفينة آهي. شينهن پاڻ سڳورن جو نالو ٻڌي ٿڌو ٿيو، ۽ پڇ لٽڪائي بيهي رهيو. ان ڪانپوءِ شينهن ان صحابيءَ کي اشاري سان پاڻ سان گڏ هلڻ لاءِ چيو. ڪيس صحيح رستو ڏيکاري، موڪلائي موٽي ويو.

آنحضرت ﷺ جو ايڏو شان آهي، جنهن جو ڪو ڪنڌي ڪنارو ئي ڪونهي:

ومن تکن برسول الله نصر ته

ان تلقت الاسد في آجا مها تجمِ
(جنهن شخص جي نصرت رسول الله ﷺ جي برڪت سان ٿي، ان
کي جيڪڏهن جهنگلن ۾ شينهن ملاقات ڪندو ته اهو به هن سان
همراهه ٿي ويندو.)

## معجزو هڪ سؤ ڇٽيهون

حضرت جعيل صحابي روايت ٿو ڪري، ته هڪ ڀيري جنگ ۾ نبي
آخر زمان ﷺ سان گڏ هئاسون، منهنجي گهوڙي ڏاڍي ڪمزور هئي.
جيئن ته ڏاڍي ڏٻري هئي، انهيءَ ڪري هلڻ کان لاچار هئي. انهيءَ ڪري
سڄي لشڪر جي پويان هوريان هوريان هلندو ٿي آيس. جڏهن پاڻ
سڳورن گهوڙيءَ جو اهو حال ڏٺو، ته گهوڙيءَ کي هڪل ڪيائون، ۽ ان
جي حق ۾ ڏٽيءَ در دعا گهريائون. انهيءَ ئي وقت گهوڙي تيز هلڻ لڳي.
ان کي جهلڻ جي ٿي ڪيم، ته جهل ئي نه ڏي. سيني وهٽن کان اڳ
ڪڍيون ٿي ويئي. ان صحابيءَ وڌيڪ بيان ڪيو، ته مون ان گهوڙيءَ جا
ڪيترائي ٻڇ وڪيا؛ پر ڪيترن سالن گذرڻ کان پوءِ به ان جي تيزيءَ ۾
فرق نه آيو.

## معجزو هڪ سؤ ستٽيهون

حضرت عبدالله بن قرطه کان روايت آهي ،ته هڪ ڀيري اضحيءَ جي
لاءِ رسالت مآب ﷺ اٺ ذبح ڪرڻ جو ارادو ڪيو. صحابه ڪرام اٺ
آڻي حاضر ڪيا. جيڪي پنج يا ڇهه هئا. پاڻ سڳورن پنهنجي هٿن
مبارڪن سان اٺ ذبح ڪرڻ جو خيال ڪيو. ان موقعي تي اٺ پنهنجو
پاڻ هلي اچي ڪنڌ جهڪائي پاڻ سڳورن جي اڳيان بيهي رهيا. ائين ٿي
معلوم ٿيو، ته هر اٺ جي اها خواهش هئي ته پهريائين هو قربان ٿئي.

جڏهن جانورن جي محبت جو اهو حال هو، ته مومن کي ته اڃا به
وڌيڪ آنحضرت ﷺ سان محبت ڪرڻ گهرجي، سندن پيروي ڪرڻ
گهرجي، ۽ مٿانئن سرساهه قربان ڪرڻ گهرجي. ٻنهي جهانن جي سردار
سان محبت رکڻ، مومن جي نشاني آهي. هن کي جڳائي، ته هو پنهنجي
جان مال ، اولاد ۽ پيءُ ماءُ کان وڌيڪ رسالت ماب ﷺ سان محبت

رکي. انهيءَ حالت ۾ هن جو ايمان ڪامل چئبو. پاڻ ڪريم جن فرمايو آهي.

(لايؤمن احد ڪم حتيٰ اکون انا احب اليه من نفسيه و والده ولده والناس اجمعين)

## معجزو هڪ سؤ انٽيهون

حضرت انس بن مالڪ روايت ٿو ڪري، ته هڪ ڀيري نبي ڪريم حضرت عبدالرحمان صحابيءَ جي حق ۾ دعا گهري، ته الله تعاليٰ ان جي تجارت ۾ برڪت وجهي. ان دعا جي طفيل حضرت عبدالرحمان جي واپار ۾ وڏي برڪت پيئي ۽ ڪافي نفعو ڪمايائين. سندس مال ايتري قدر ته وڌيو ويجهيو، جو هڪ ڏينهن ٽيهه غلام آزاد ڪيائين. هڪ ڏينهن وري ست سؤ اٺ صدقو ڪيائين، جيڪي سيئي سينگاريل هئا ۽ مٿن خوبصورت پلاڻ پيل هئا. جڏهن سندس وفات جو وقت ويجهو آيو، تڏهن پنجاهه هزارن جي مال ملڪيت الله تعاليٰ جي نالي خيرات ڪرڻ جي وصيت ڪيائين. انهن ڪان سواءِ ٻيا به ڳاٽيٽي ڪان ٻاهر صدقا ڪيائين. ان هوندي به وفات ڪان پوءِ پنهنجي پوين لاءِ ٽيهه لکن جو مال ورثي ۾ ڇڏيائين.

## معجزو هڪ سوءُ اٺيتاليهون

حضرت لقيط بن ارطاط روايت ٿو ڪري، ته منهنجا ٻئي پير منڊا هئا، گهوڙين تي هلندو هوس. جڏهن مون اسلام قبول ڪيو، تڏهن نبي ڪريم ﷺ کي پنهنجو حال بيان ڪيم. پاڻ ڪريم جن منهنجي صحت لاءِ دعا گهري. مالڪ سائينءَ دعا جي طفيل منهنجي چنگهن جو نقص دور ڪيو ۽ پنهنجي پيرن تي هلڻ لڳس.

## معجزو هڪ سؤچاليهون

حضرت بيبي فاطمة الزهراء رضي الله تعاليٰ عنها ڪان روايت اهي، ته جڏهن رمضان جو چنڊ ڏسبو هو، تڏهن هر رات حضرت جبرئيل ايندو هو، ۽ ڀريان بيهي رحمة للعالمين ڪان قرآن حڪيم ٻڌندو هو. رسول الله ﷺ هر رات قرآن شريف ختم ڪندا هئا. عمر جي پوين ٻن سالن ۾ پاڻ سڳورن ڪان قرآن جو دور صحابه ڪرام به ٻڌو.

ڏسو. تہ مٺي مرسل سان الله تعاليٰ ڪيڏا نہ قرب ڪيا. ڪين بي حد و حساب پلايون عطا ڪيائين. الله تعاليٰ جي وڏي عنايت قرآن حڪيم آهي، جنهن لاءِ لائق قاري، ۽ پلارا پڙندڙ بہ عطا ڪيائين. پاڻ ڪريم جن جي ڪري سيني، ماڳن، مڪانن، هنڌن ۽ شهرن ۾ پلو ماڳ مدينو منوره آهي. سيني مهينن ۾ پلو مهينو رمضان شريف جو آهي. پاڻ ڪريم جن هميشہ سخي هئا، پر رمضان شريف ۾ سخاوت اڳي کان اڳري هوندي هئي. انهيءَ مٺي مرسل جي مدح ڪيتري ڪري ڪيتري ڪبي !. ڪيتري بہ ثنا ۽ ساراہ ڪبي، تڏهن بہ پورو حق ادا ٿي نہ سگهندو. سڀاجها سائين، مومن کي سنئين رستي تي هلاءِ، پاڻ ڪريم جن جي پيرويءَ جي توفيق ڏي؛ سندن دلين ۾ ٻنهي جهانن جي سردار جي محبت پيدا ڪر، ۽ ڪين حبيب ڪريم جي زيارت نصيب ڪر.

## معجزو هڪ سؤ ايڪيتاليهون

حضور ﷺ جي نظر تمام تيز هئي. پويان بہ ائين ئي ڏسندا هئا، جيئن اڳيان ڏسندا هئا. سندن اکيون مبارڪ ڪامل نور واريون هيون؛ جن جا پرتوا ٻنهي پاسن ڏانهن پوندا هئا. نماز پڙهائڻ وقت جيڪڏهن ڪنهن صحابيءَ کي رڪوع يا سجدي ۾ ڪمي ڪوتاهي ٿي ويندي هئي، تہ نماز پڙهائڻ کان پوءِ ان کي ٻڌائيندا هئا، تہ تنهنجي نماز ۾ توکان هيءَ ڪوتاهي ٿي وئي. ان کان سواءِ اوندهہ ۾ بہ ائين ڏسندا هئا، جيئن روشنيءَ ۾ ڏسندا هئا. پاڻ سڳورن کي آسمان جي ڪتين ۾ ٻارهن سچا ستارا ڏسڻ ۾ ايندا هئا، جيڪي ٻي ڪنهن کي نظر نہ ايندا هئا.

## معجزو هڪ سؤ ٻائيتاليهون

هڪ پيري حضرت جبرئيل اچي نبي ڪريم ﷺ کي چيو، تہ الله تعاليٰ بيبي خديجة الڪبريٰ ڏانهن سلام موڪليا آهن،اهي سلام بہ پهچايو، ۽ ان سان گڏ منهنجا سلام بہ پهچايو. پاڻ سڳورن اهي سلام اچي بيبي صاحبہ کي پهچايا. ان تي بيبي صاحبہ هيئن جواب ڏنو.:

الله السلام ومنه السلام وعليٰ جبرئيل السلام عليڪ
السلام وعليٰ من اتبع السلام الاالشيطان

الله تعاليٰ تي سلام آهي جنهن سلام مُڪا، جبرئيل تي سلام، اي رسول رب جا توهان تي سلام، جيڪي ماڻهو ملائڪ هن مجلس ۾ ٻڌن ٿا، انهن تي به سلام هجن. مگر جيڪڏهن شيطان هن مجلس ۾ لڪو ويٺو هجي، ته ان تي سلام اصل نه هجن.

ان مان اندازو لڳايو، ته حضرت بيبي صاحبه کي الله تعاليٰ ڪيڏو عقل عطا ڪيو هو. بيبي صاحبه کي اهي مرتبا به سونهاري سردار جي طفيل مليا.

ڪتابن ۾ ايئن به آيو آهي ته ڪنهن ڏينهن جبرئيل پاڻ ڪريم جن وٽ آيو، ۽ ادب مان چيائين، ته منهنجي طرفان حضرت بيبي عائشه کي سلام پهچايو. پاڻ سڳورن ان ڪان پوءِ بيبي صاحبه کي سلام پهچايا. ان تي بي بي صاحبه جواب ۾ چيو:

وعليڪم السلام ورحمة الله وبرڪاته

يعني حضرت جبرئيل تي اسان طرفان به سلام هجن. ملائڪن تي به الله تعاليٰ جون رحمتون ۽ برڪتون هجن.

مطلب ته حضرت بيبي عائشه، جيڪا حضرت ابوبڪر رضه جي نياڻي هئي؛ تي واحد وڏا وڙ ڪيا. حبيب ڪريم ﷺ جا سمورا حرم پاڪيزا هئا. البت حضرت بي بي خديجة الڪبريٰ ۽ حضرت بيبي عائشه صديقه جو مرتبو مڙني ڪان مٿانهون هو.

## معجزو هڪ سؤنيتاليهون

جڏهن رسول الله ﷺ اڃا حضرت بيبي عائشه صديقه سان نڪاح نه ڪيو هو، تڏهن هڪ ڀيري رسول الله ﷺ وٽ حضرت جبرئيل ٽي راتيون لاڳيتو آيو. پاڻ سان سائي رنگ جي پَٽَ جو ڪپڙو به آندائين؛ جنهن ۾ حضرت عائشه صديقه جي صورت ويڙهيل هئي. وڏيڪ چيائين ته هيءَ بيبي صاحبه اوهان جي نڪاح ۾ ايندي، جيڪا حضرت ابوبڪر صديق رضه جي نياڻي آهي. اها دنيا توڙي آخرت ۾ اوهان جو حرم هوندي. پاڻ ڪريم جن فرمايو، ته الله تعاليٰ جيڪي چاهي اهو ڪري ٿو. اسان اهوئي ڪنداسون، جيڪا رب جي رضا هوندي. ان ڪان پوءِ

حضرت بيبي عائشہ، پاڻ سڳورن جي نڪاح ۾ آئي.

## معجزو هڪ سوءُ چوئيتاليهون

نبي ڪريم ﷺ جي زماني ۾ هڪ حبشي بادشاهہ هو، جيڪو نيڪ هو ۽ ان جو نالو نجاشي هو. بادشاهن مان ان سڀ ڪان پهريائين پاڻ سڳورن تي ايمان آندو. ان ڏانهن پاڻ ڪريم جن ايمان آڻڻ لاءِ خط لکيو هو. هن ادب ۽ ايمان مان اهو خط چمي اکين تي رکيو. ۽ دل جي سچائيءَ سان اسلام قبول ڪيائين. الله تعاليٰ ان کي وڏيون سعادتون ۽ برڪتون عطا ڪيون. اسلامُ قبول ڪرڻ ڪان ڪجهہ وقت پوءِ جڏهن هو گذاري ويو، تڏهن پاڻ ڪريم جن پنهنجي صحابہ ڪرام کي ٻڌايو، تہ اڄ نجاشي وفات ڪري ويو. ان ڪان پوءِ پاڻ سڳورن نجاشيءَ جي غائبانہ جنازي نماز پڙهائي.

مديني منوره ۽ حبش جي وچ ۾ وڏو مفاصلو آهي. مهيني جو پنڌ آهي، يا ان کان بہ وڌيڪ. پر پاڻ ڪريم جن سان الله تعاليٰ ايڏا ڪرم ڪيا هئا، جو انهيءَ ئي مهل ايڏي وڏي مفاصلي جي خبر ٻڌايائون. اهي نوازشون خاص رسول ڪريم ﷺ لاءِ هيون، ٻي ڪنهن لاءِ نہ هيون.

## معجزو هڪ سؤپنجيتاليهون

هڪ ڀيري رسالت مآب ﷺ "موته" ڏانهن لشڪر موڪليو، جيڪو ملڪ شام جو هڪ شهر هو. اهو مدينہ منوره ڪان اٺاويهن ڏينهن جي پنڌ تي هو. مسلمانن جو اهو لشڪر ٽن هزارن صحابہ ڪرام تي مشتمل هو. هوڏانهن ڪافرن جي لشڪر ۾ ٻہ لک ماڻهو هئا، جن ۾ يهودي ، مجوسي، نصاراءِ مشرڪ هئا. ان وڏي لشڪر سان مسلمانن جو مقابلو ٿيو. ڪيترائي دشمن قتل ٿي ويا. مسلمانن جي لشڪر مان ٻارهن ماڻهو شهيد ٿيا، جن مان زيد بن حارث، جعفر طيار رضہ، حضرت عبدالله بن رواحہ ۽ نَوَ ڄڻا ٻيا هئا. انهيءَ ئي ڏينهن جنهن ڏينهن تي اهي ٻارهن صحابہ ڪرام شهيد ٿيا، نبي ڪريم ﷺ مديني منوره ۾ صحابہ ڪرام کي ٻڌايو، تہ هي صحابہ ڪرام شهيد ٿيا.

## معجزو هڪ سؤچائيتاليهون

انصارن مان هڪ صحابي حنظلہ بن عامر، احد جي جنگ ۾ نبي ڪريم ﷺ سان گڏ هو، ۽ شهيد ٿيو. رسول ڪريم جن فرمايو ، تہ هونئن شريعت ۾ شهيد لاءِ جنازي جي غسل جو حڪم ڪونهي؛ پر مون ڏٺو، تہ حنظلہ کي ٻن ملائڪن اچي غسل ڏنو. انهيءَ ڪري حضرت حنظلہ جي گهران حقيقت معلوم ڪرڻ گهريائون. ان تي حضرت حنظلہ جي گهروازيءَ ٻڌايو، تہ جنهن وقت جهاد جو سڏ ٿيو، ان وقت حضرت حنظلہ کي غسل جو احتياج هو. پر جهاد جو سڏ ٻڌڻ سان، غسل بہ نہ ڪيائين ۽ وڃي جنگ ۾ شامل ٿيو. جيڪر انهيءَ غسل جي ضرورت جي ڪري، ملائڪن کيس غسل ڏنو.

## معجزو هڪ سؤستيتاليهون

اسلام آڻڻ کان اڳ حضرت سلمان فارسي رضہ ڪنهن يهوديءَ جو غلام هو. جڏهن رحمة للعالمين جن مديني منوره تشريف فرما ٿيا، تہ حضرت سلمان حاضر ٿي، ايمان آندو. انهيءَ ڪري سندس يهودي مالڪ کيس اذيتون ۽ تڪليفون ڏيڻ لڳو. پاڻ ڪريم جن حضرت ابو بڪر صديق رضہ کي فرمايو، تہ حضرت سلمان کي يهوديءَ کان وٺي، آزاد ڪجي. انهيءَ ڪري حضرت صديق اڪبر رضہ يهوديءَ کان حضرت سلمان رضہ خريد ڪرڻ گهريو. يهودي چوڻ لڳو، تہ هنن شرطن تي سلمان کي وڪڻندس: هڪ تہ سورهن سؤ درهم ڏيو. ٻيو، تہ حضرت محمد ﷺ پنهنجي هٿن سان منهنجي باغ ۾ ٽي سؤ کجين جون جهتان اچي لڳائي. اها ڳالهہ حضرت ابوبڪر صديق رضہ کي ڏاڍي ڏکي لڳي. بهرحال اهو احوال اچي پاڻ ڪريم جن کي ٻڌايائين. ان تي ٻنهي جهانن جي سردار فرمايو، تہ اهي شرط قبول ڪري اچو. تہ جيئن سلمان دشمن وٽان آزاد ٿئي. اهڙا ٻاجهارا هئا اسان جا پيارا رسول، جن جي رحمت جو ڪو ڪنڌي ڪنارو ئي ڪونهي.

حضرت ابوبڪر صديق رضہ، يهوديءَ کي سندس گهر مطابق پيسا اچي ڏنا. ان کان سواءِ پاڻ سڳورن ڪجيءَ جون ٽي سؤ جهتون گهرايون. پوءِ اهي جهتون ڪٺائي باغ ۾ تشريف فرما ٿيا. باغ واري زمين سڪل

سڙيل هئي، جنهن ۾ نہ ڪو سلو نسرندو هو، نہ وڻ ٽڻ ئي ايرندو هو، ۽ نہ گاهہ ئي ٿيندو هو. يهوديءَ ڪيترائي ڀيرا ان زمين ۾ ڪجيءَ جون جهتون هنيون هيون، پر انهن مان هڪ بہ سائي نہ ٿي هئي؛ پر جڏهن حبيب ڪريم ﷺ اهي جهتون هنيون، تڏهن سڄو باغ جلد ئي سرسبز ٿي ويو. ٻئي ئي سال انهن جهتن وڏو ڦر جهليو. اهو باغ اڄ تائين مدينہ منوره جي ٻاهران موجود آهي. ان کي مديني جا ماڻهو نبي ڪريم جو باغ ڪري سڏيندا آهن؛ ڇاڪاڻ جو اهو باغ پوءِ يهوديءَ کان نبي ڪريم ﷺ کي مليو.

## معجزو هڪ سؤ اٺيتاليهون

حضرت ابوهريره رضہ روايت ٿو ڪري، تہ هڪڙو صحابي هو، جيڪو جڏهن ٻاهران اچي گهر پهتو، تہ گهر ۾ قوت گذران جي ڏاڍي تنگي ڏٺائين. انهن ڏينهن ۾ ملڪ ۾ ڏڪر هو. اهو صحابي پنهنجي گهر جو اهو حال ڏسي، ٻَر منهن ڪري ٻاهر نڪرڻ لڳو. اهو حال ڏسي سندس عورت ڌڻيءَ در دعا گهري، تہ اي منهنجا مالڪ، تون مسبب الاسْباب آهين. پنهنجي حبيب ڪريم جي طفيل اهڙو ڪو سبب پيدا ڪري، ڪٿان ڪا کاڌي جي شيءِ اسان ڏانهن موڪل، تہ ڏڪندو ڏور ٿئي، وچوڙي جو وقت نہ اچي، ۽ گهر جا سڀ ڀاتي گڏ هجون. رحمة للعالمين جي برڪت سبب سندس دعا قبول پيئي. گهر ۾ جيڪو اٽي پيهڻ جو جنڊ هو، اهو پنهنجو پاڻ ڦرڻ لڳو. صحابيءَ گهر کان ٻاهران جنڊ جي ڦرڻ جو آواز ٻڌي، گهرواريءَ کان اچي پڇيو، تہ ڇا حقيقت آهي، جو جنڊ پيو هلي. سندس گهر واري ڪيس سڄي حقيقت ڪري ٻڌائي، تہ مالڪ مهرباني ڪئي آهي. جنڊ پاڻ پيو ڦري ۽ جنڊ جو تنور اٽي سان ڀرجي ويو آهي. هو ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ رب پاڪ جا شڪرانا بجا آندائين. سندس گهرواري تنور مان اٽو ڪڍندي ٿانوَ ڀريندي رهي، تان جو سندس گهر جون گنديون، ٿانوَ ٿپا، ڇاڏيون، ڪُنا ۽ ٻيون اهڙيون شيون اٽي سان ڀرجي ويئون. ان کان پوءِ جنڊ جو مٿيون پڙ پري ڪري، اٽو ڪڍي صاف ڪيائين. ان کان پوءِ جنڊ جو ڦرڻ ۽ اٽي جو نڪرڻ بند ٿي ويو.

اها خبر جڏهن پاڻ سڳورن کي اچي ڪيائون، تڏهن پاڻ ڪريم جن فرمايو، تہ جيڪڏهن اوهان جنبڙ جو پڙ ڪٽي، اتو صاف نہ ڪيو ها، تہ اهو جنبڙ قيامت جي ڏينهن تائين ڦرندو رهي ها ۽ اٽو نڪرندو رهي ها.

الله تعاليٰ پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ سان اهڙا ڪوڙين ڪرم ڪيا، جن جو حد حساب ئي ڪونهي.

## معجزو هڪ سؤ اٺونجاهون

ڪائنات جي ڪارڻي، حضرت حبيب ڪريم ﷺ جو قد مبارڪ پورو پنو هو، نہ بندرو ۽ نہ تمام ڊگهو. پر جڏهن مجلس ۾ ويٺا هوندا هئا، تہ سيني ڪان مٿي نظر ايندا هئا؛ پوءِ توڙي جو ان مجلس ۾ ڊگها ماڻهو بہ چو نہ ويٺا هجن. جيڪڏهن ڊگها ماڻهو مجلس مان موڪلائي هليا ويندا هئا، ۽ وچٿري قد وارا ماڻهو موجود هوندا هئا، تڏهن بہ پاڻ سڳورا اوترائي مٿانهان نظر ايندا هئا. جيترا ڊگهن ماڻهن جي موجودگيءَ مان مٿانهين قد وارا نظر ايندا هئا.

## معجزو هڪ سؤ پنجاهون

الله تعاليٰ قرآن حڪيم ۾ رسول الله ﷺ جي رسالت جو قسم ڪنيو آهي. رب العالمين فرمايو آهي:

يٰس والقرآن الحكيم انک لمن المرسلين (يس - ١ کان ٣)

( اي پيغمبر، (هن) حڪمت واري قرآن جو قسم آهي، تہ بيشڪ تون پيغمبرن مان آهين)

ان کان سواءِ موليٰ پاڪ حضرت حبيب ڪريم ﷺ جي حياتيءَ جو قسم ڪنيو آهي:

لعمرک انهم لفي سكرتهم يعمهون. (الحجر - ٧٢)

( (اي پيغمبر) تنهنجي حياتيءَ جو قسم آهي، تہ اهي (ڪافر) گمراهيءَ ۾ حيران رهن ٿا.)

پاڻ سڳورا جڏهن مدينہ منوره ۾ اچي رهيا، تڏهن الله تعاليٰ ان سونهاري شهر جا قسم ڪنيا:

لا اقسم بهذا البلد وانت حل بهذا البلد (البلد -١-٢)
(مان هن شهر جو قسم کڻان ٿو" ۽ تون هن شهر ۾ رهندڙ آهين.)
الله تعاليٰ ھنهي جهانن جي سردار جي زماني جو قسم کنيو آهي. ان جو سورت والعصر ۾ ذڪر ٿيل آهي. رب العالمين پاڻ سڳورن جي منهن مبارڪ جا قسم به کنيا آهن. ان جو ذڪر والشمس، والنجم، طٰهٰ ۽ والضحيٰ ۾ موجود آهي. موليٰ پاڪ پاڻ ڪريم جن جي وارن مبارڪن جو قسم به کنيو آهي. ان لاءِ ڏسو واليل اذا يغشيٰ (اليل -١) (رات جو قسم آهي، جڏهن ڍڪي.) ان مان مراد آهي: "عنبرين زلف"
ڪتاب "مواهب" ۾ آيو آهي، ته حضرت عمر رضہ فرمايو، ته الله تعاليٰ نبي ڪريم ﷺ جي قدمن مبارڪن جي خاڪ جو قسم کنيو آهي.
مطلب ته الله تعاليٰ پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ سان جيڪي ڪرم ۽ عنايتون ڪيون، انهن جو ڪنڌي ڪنارو ئي ڪونهي. شفيع المذنبين جي ثنا ۽ صفت جو ڪو ڳاڻيٽو ئي ڪونهي. ڪنهن به زبان ۽ قلم ڪي طاقت نہ آهي، جو پاڻ ڪريم جن جي شان بيان ڪرڻ جو پورو حق ادا ڪري سگهي. اڄ تائين ڪنهن به ثنا خوان ۽ نعت گو ڪي اطمينان نہ ٿيو آهي، تہ هن سونهاري سردار جي ساراهہ جو پورو حق ادا ڪيو آهي. موليٰ پاڪ! اسان جي پياري حبيب جي طفيل اسان ڏوهارين جا ڏوهہ بخش. منهنجا پالڻهار، اسان اهڙجهن کي ھنهي جهانن جي سردار جي زيارت نصيب ڪر. اي اسانجا خالق، هن جهان مان جڏهن اسان جو لاڏاڻو ٿئي، تہ زبان تي ڪلمو پاڪ هجي:
لا الہ الا الله محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم



# معجزن جو چوٿون قسم

## (رسول الله ﷺ جي وصال کان پوءِ سندن معجزا)

آنحضرت ﷺ جي وصال کان پوءِ به سندن معجزا ظاهر ٿيا، ٿيندا رهيا، ٿيندا رهن ٿا، ۽ ٿيندا رهندا. اهڙي قسم جي معجزن جو ڪو به ڳاڻيٽو ڪونهي. انهن مان ڪجهه هتي بيان ڪجن ٿا، ته جيئن پاڻ سڳورن سان محبت رکندڙن کي دلي سڪون ۽ روحاني راحت حاصل ٿئي.

### معجزو هڪ سؤ ايڪونجاهون

حضرت انس رضه روايت ٿو ڪري، ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو، ته منهنجي وصال کان سؤ ورهيه گذرڻ کان پوءِ ڪو به صحابي زمين تي موجود نه هوندو. ٿيو به ايئن. سئو ورهين اندر سمورا صحابي سڳورا هن جهان مان لاڏاڻو ڪري ويا. پويون صحابي، جنهن پاڻ سڳورن جي برقعي مٿائڻ کان سؤ ورهيه پوءِ وفات ڪئي، ان جو نالو عامر بن وصلت هو. ان کي ابو طفيل به چوندا هئا.

### معجزو هڪ سؤ ٻاونجاهون

نبي ڪريم ﷺ مسلمانن کي خوشخبري ٻڌائي هئي، ته اوهان جي هٿان موليٰ پاڪ جا ڪيترائي ملڪ فتح ٿيندا؛ جهڙوڪ: سڄو شام، بيت المقدس سوڌو؛ مصر ۽ ٻيا ملڪ. نصارا اوهان تي قادر ٿي نه سگهندا، ٻڌ مذهبن جا بت پڄي پورا ٿيندا، ۽ ڪافرن جا ڪوٽ قلعا ڪرندا ۽ ڀُرندا. مسلمان روم فتح ڪندا. ان ملڪ جي رهاڪن جون اکيون ننڍيون، منهن ٿلها، نڪ ننڍا، رنگ ڳاڙها هوندا، ۽ انهن کي جانورن جي وارن مان ٺهيل ڪپڙا پهريل هوندا. انهن رومين کي وارن واريون جتيون ۽ موزا پيل هوندا.

پاڻ ڪريم جن اهو به فرمايو، ته مسلمانن جي هٿان عراق ۽ ايران

ٻه فتح ٿيندو. انهن کان سواءِ ڪرمان، هند (سنڌ) ۽ ٻيا ڪيترا ملڪ فتح ٿيندا. آخر ۾ جڏهن حضرت عيسيٰ پيدا ٿيندو، ته پوءِ دنيا ۾ ڪٿي ٻه ڪو ڪافر نه رهندو. مشرق توڙي مغرب ۾ فقط اسلام هوندو؛ ۽ جتي ڪٿي جا رهاڪو مسلمان هوندا. جيڪي ڪافر اسلام قبول نه ڪندا، اهي قتل ٿي ويندا.

## معجزو هڪ سؤ ٽيونجاهون

حضرت بيبي عائشه صديقه رضه روايت ٿي ڪري ته جڏهن حبيب ڪريم ﷺ مڪي کان هجرت ڪري، مديني ٿي آيا، تڏهن پهريائين "قبا" واري هنڌ تي اچي لٿا؛ جيڪو مديني کان ٻن ڪوهن جي پنڌ تي آهي. اُتي چوڏهن راتيون رهيا. اُتي مسجد جو بنياد وڌائون، جنهن لاءِ الله تعاليٰ قرآن حڪيم ۾ فرمايو آهي:

لمسجد اسس عليٰ التقويٰ من اول يوم (التوبه - ١٠٨)

(جيڪا مسجد پهرين ڏينهن پرهيزگاريءَ تي اڏائي ويئي آهي.)

يعني اسلام ۾ جيڪا پهرين مسجد اڏائي ويئي، سا اها هئي. ان جي اڏجڻ وقت پاڻ سڳورن پنهنجي هٿن مبارڪن سان ڪم ڪيو. ان جو پهريون پٿر پاڻ سڳورن ئي پنهنجي هٿن مبارڪن سان ڪٽي اچي رکيو. ٻيو پٿر حضرت صديق رضه رکيو، ٽيون پٿر حضرت عمر رضه رکيو، چوٿون حضرت عثمان رضه رکيو. ان وقت پاڻ ڪريم جن فرمايو، اسان کان پوءِ اسان جا هي ئي خليفا آهن. اها خبر سچي ٿي، ۽ پاڻ ڪريم جن کان پوءِ اهي ئي خليفا ٿيا. ٻين حديثن ۾ ٻه ان حقيقت جو ذڪر آيو آهي.

## معجزو هڪ سؤ چوونجاهون

رسالت مآب ﷺ ٻڌايو هو، ته حضرت عمر رضه، حضرت عثمان رضه ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهه شهادت کي رسندا. ٽيئي ٻه ائين.

## معجزو هڪ سؤ پنجونجاهون

هڪ ڏينهن نبي ڪريم ﷺ جن جڏهن پنهنجي گهر واري ام المومنين ام سلمه جي گهر ۾ هئا، تڏهن فرمايائون ته اڄ جبرئيل اسان

وٺ آيو، ۽ ڳاڙهي مٽيءَ جي مُٺ کڻي آيو. چيائين، تہ هيءَ مٽي ڪوفي جي هڪ جڳهہ ڪربلا ڪان آندي اٿم. ان هنڌ تي توهانجو ڏوهٽو حضرت حسين رضہ شهيد ٿيندو. اهو ٻڌي مون کي ڪجهہ ويچار ٿيو؛ تہ ڪنهن وقت اهڙا ماڻهو بہ زمين تي هوندا، جيڪي منهنجي ڏوهٽي حضرت حسين رضہ کي شهيد ڪندا. ان کان پوءِ حضرت رسول الله ﷺ حضرت بيبي ام سلمه کي فرمايو، تہ هيءَ مٽي شيشي ۾ وجهي رک. جنهن وقت هي مٽي ڦري رت ٿي پوندي، تنهن ڏينهن حضرت حسين رضہ شهيد ٿيندو. اها خبر بہ مون کي جبرئيل ڏني آهي.

اها خبر بہ بلڪل سچي نڪتي. جنهن ڏينهن حضرت حسين رضہ شهيد ٿيو؛ تنهن ڏينهن حضرت بيبي ام سلمة ڏٺو، تہ اها مٽي بدلجي رت ٿي ويئي.

## معجزو هڪ سؤچاونجاهون

رسالت ماب ﷺ فرمايو، تہ آخر زماني ۾ فتنو پيدا ٿيندو، گهٽيون جنگيون لڳنديون ۽ زلزلا ايندا؛ حاڪمن جي هٿان ڏاڍا ظلم ٿيندا، جنهن ڪري ماڻهو پنهنجو وطن ڇڏي پرڏيهہ ويندا. ڪنهن ماڻهوءَ جو پاءُ مري ويندو، تہ هو ان کي دفنائڻ وقت چوندو؛ ڪاش! هن جي بدران جيڪر مان هن قبر ۾ وڃان ها، تہ زماني جي مصيبتن کان ڇٽي پوان ها. آخر زماني جون اهي علامتون آهن، جيڪي ٻنهي جهانن جي سردار ٻڌايون.

## معجزو هڪ سؤسٺونجاهون

نبي ڪريم ﷺ فرمايو، تہ آخر زماني ۾ علم هليو ويندو ۽ عالم ۽ عارف هن جهان مان لاڏاڻو ڪري ويندا. انهيءَ ڪري جهان ۾ جِهل گهڻو هوندو. ان کان سواءِ مردن کان عورتن جو تعداد وڌي ويندو. ايتري قدر جو گهر ۾ هڪ مرد هوندو، تہ پنجاهہ عورتون هونديون. رشتن جو احترام ڪين ٿيندو، ۽ حرام ڪيل رشتن سان ماڻهو جنسي تعلق رکندا. ماڻهن مان سَهپ ختم ٿي ويندي ۽ ڪو بہ ڇڳائي ٻڌڻ لاءِ تيار نہ هوندو. ماڻهو هڪ ٻئي جي خير خواهيءَ بدران، هڪ ٻئي لاءِ

ڪڏهن پيا ڪوٺيندا. ڪو ٻه ڪنهن جي سڄيءَ ۾ نه هوندو، پر مَٽ گهرو هوندو. ماڻهن مان امانتداريءَ جو ڳڻ موڪلائي ويندو، ۽ هو امانتن ۾ خيانتون ڪندا. جيڪي اڳ ۾ غريب هئا، اهي وڏا دولتمند ٿيندا. اهي ڏکيون ماڙيون ٺهرائيندا. جيڪي لائق قابل هوندا اهي ڪمزور ۽ مسڪين هوندا. چڱا ماڻهو موڪلائي هليا ويندا، باقي وڃي بدڪار ۽ بدمعاش رهندا. چڱا ماڻهو ايئن هوندا، جيئن اَنو ڇاڻڻ وقت ڪيچڻ جي مٿان تهه بچندا آهن.

## معجزو هڪ سؤ انونجاهون

رسول الله ﷺ جن جڏهن مديني منوره ۾ تشريف فرما ٿيا، تڏهن ان شهر ۾ وبا پکڙيل هئي. انهيءَ وبا جي ڪري روزانو ڪيترائي ماڻهو مرندا هئا. مديني منوره ۾ اهڙي وبا اڳ ۾ به پوندي هئي. جنهن وقت پاڻ سڳورا تشريف فرما ٿيا، تنهن وقت به اها بيماري پيئي. حقيقت ۾ الله تعاليٰ مومنن جو امتحان وٺڻ ٿي گهريو. وبائي بيماريءَ جو اثر مومنن تي به ٿيو. هو مڪي ۾ پنهنجا ڪڙم قبيلا ڇڏي آيا هئا، ۽ پنهنجي اولاد ۽ والدين پنهنجي محبوب جي مٿان گهوري ڇڏيا هئائون. مطلب ته هنن حبيب ڪريم ﷺ جي محبت ڪري، پنهنجا دنيوي شوق، راحتون، مال ۽ جان ۽ جسو پنهنجي محبوب تان فدا ڪيو.(١) هو پنهنجا گهر ترڙ ڇڏي اچي پرڏيهه ٿيا. هتي ڪين نه ثمر هو، ۽ نه سامان. مٿان اچي بيماري منهن ڪڍيو. انهيءَ ڪري ڪن صحابه ڪرام کي مرض جي مَهَٽ ڏاڍي ڏکيري لڳي؛ ڇاڪاڻ جو انسان ڏاڍو ضعيف آهي، ۽ منجهس سهڻ جي طاقت ڪانهي.

اهو حال ڏسي حضرت حبيب ڪريم ﷺ ڏٺيءَ در دعا گهري، ته اي منهنجا مالڪ. مديني مان هيءَ وبا دفع ڪر، ۽ مسلمانن جي دلين ۾ مڪي ڪان وڌيڪ مديني جي محبت پيدا ڪر. الله تعاليٰ پاڻ سڳورن جي اها دعا قبول ڪئي. مديني مان اها بيماري دفع ٿي، ويئي ۽ وري ڪڏهن

---

(١) شاهه لطيف خواهش ڏيکاري آهي؛
"پيڪن سوڌو پاڻ، سر سوڌو صدقو ڪيان."

ڀ نہ آئي. قيامت تائين ڪڏهن ڀ مديني ۾ وبا نہ پوندي. جڏهن اها ڳالهہ مشهور ٿي ويئي، تہ مديني منوره ۾ وبا نہ پوندي، تڏهن حڪيمن ۽ طبيبن پنهنجون حڪمتون هلايون، تہ سندن شهر ۾ ڀ وبا نہ پوي. پر انهن جي ڪوشش جو ڪو ڀ اثر نہ ٿيو.

ٻنهي جهانن جي سردار جي ثنا ۽ صفت جو پورو حق ڪير ادا ڪري سگهندو؟! ماڻهو پنهنجي وس آهر مدح بيان ڪري ٿو. پاڻ ڪريم جن جي ساراهہ بيان ڪرڻ سان ڏک ۽ ڏولائا ڏور ٿين ٿا.

## معجزو هڪ سؤ اوڻهون

رسول الله ﷺ جن فرمايو، تہ اسان جي امت مان هڪ خليفو ٿيندو، جيڪو زمين ۾ عدل قائم ڪندو. ان زماني ۾ ماڻهو سک ۽ سلامتيءَ ۾ هوندا. ان جي نشاني اها هوندي، تہ ان جي مٿي ۾ وچ تي چير آيل هوندو. پاڻ سڳورن جي خبر سچي نڪتي، خليفي حضرت عمر بن عبدالعزيز جي زماني ۾ عدل قائم ٿيو، ۽ ماڻهن سک جو ساهہ کنيو. ماڻهن وٽان ڏک ۽ ڏولاوا ڏور ٿيا ۽ هو ڏاڍا شاهوڪار ٿيا. عدل ۽ انصاف جي ڪري ملڪ ۾ امن ۽ سلامتي آئي، ۽ پرماريت جي پاڙ پٽجي ويئي.

حضرت عمر بن عبدالعزيز جڏهن اڃا ننڍو هو، تہ هڪ ڏينهن گهوڙي تي سوار ٿي شڪار لاءِ نڪتو. جڏهن شڪار ڪري موٽيو ۽ پنهنجي گهر جي ٻاهرين دروازي مان گهوڙي سوڌو گذرڻ لڳو، تہ سندس مٿو زور سان وڃي چائنٺ سان لڳو. انهيءَ ڪري سندس مٿو ڦاٽي پيو. انهيءَ زخم جو نشان خلافت وارين ڏينهن ۾ ڀ سندس مٿي ۾ پڌرو هوندو هو. مطلب تہ پاڻ ڪريم جن جو قول سچو نڪتو.

## معجزو هڪ سؤ سٺون

حضرت عبدالله بن مسعود کان روايت آهي، تہ نبي ڪريم ﷺ فرمايو، تہ جيڪڏهن ايمان ۽ دين جو علم آسمان جي ڪتين ۾ ٻڌل هوندو، تہ فارس جا اهڙا مڙس ڀ هوندا، جيڪي آسمان تائين پهچي، ايمان ۽ علم جو ڀاڱو حاصل ڪندا. عالمن فرمايو آهي، تہ ان مان مراد

امام اعظم آهي؛ جيڪو چئن مذهبن (حنفي، شافعي، حنبلي، مالڪي) مان هڪ مذهب (حنفي) جو امام آهي. هو پنهنجي ڪرم جي لحاظ کان بني فارس مان هو. هن پنهنجي دانائيءَ سان دين جو علم نهايت وضاحت سان بيان ڪيو آهي، ۽ دين جي هر معاملي ۽ مسئلي جي شريعت جي روشنيءَ ۾ اپٽار ڪئي آهي. هن شريعت جي ڏهن لکن مسئلن جي وضاحت ڪئي آهي.

حضرت ابوهريره رضہ کان روايت آهي، ته آنحضرت ﷺ فرمايو، ته جلد مديني ۾ هڪ عالم پيدا ٿيندو، جنهن وٽ مختلف ملڪن مان ماڻهو ايندا رهندا. هو علم حاصل ڪرڻ لاءِ ڪشالا ڪڍي وٽس ايندا؛ ڇاڪاڻ جو مديني منوره کان سواءِ ٻي هنڌ ڪين اهڙو عالم نظر نه ايندو. عالمن فرمايو آهي، ته ان مان مراد حضرت امام مالڪ آهي، جيڪو حديث جو وڏو عالم ٿي گذريو آهي. سندس ڪيترائي شاگرد هئا.

نبي ڪريم ﷺ فرمايو آهي، ته اسان کان پوءِ قريش مان هڪ عالم پيدا ٿيندو، جيڪو دنيا ۾ علم پکيڙيندو. عالمن فرمايو آهي، ته ان مان مراد امام شافعي آهي؛ جيڪو شافعي مذهب جو امام آهي.

چوٿين مذهب جو امام احمد بن حنبل هو، جيڪو وڏو محدث هو. هن کي ڪيتريون ئي حديثون ياد هيون.

مطلب ته نبي ڪريم ﷺ جي امت ۾ وڏا عالم ۽ فاضل پيدا ٿيا، جن دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ دين جي روشني پکيڙي. اهي به پنهنجي جهانن جي سردار جا معجزا آهن. پاڻ ڪريم جن جي معجزن جو ڪو حد حساب ۽ ڪنڌي ڪناروئي ڪونهي. پاڻ ڪريم جن جا معجزا ڏسي ۽ پڙهي عالم ۽ عاقل به حيران ٿيو وڃن. هن زماني ۾ جيئن ته عام ماڻهن کي عربي ڏکي لڳي ٿي، ۽ نه ٿي اچي؛ انهيءَ ڪري انهن معجزن مان ڪجهه معجزا ڪڍي سنڌي زبان ۾ لکيا اٿم؛ ته جيئن عام ماڻهو پڙهي روحاني سڪون حاصل ڪن، ۽ پنهنجي دلين ۾ پاڻ سڳورن جي محبت جاڳزين ڪن. من اهي ماڻهو معجزا پڙهي هن ضعيف جي حق ڏٺيءَ لڳ دعا گهرن؛ ۽ منهنجي حق ۾ فاتح پڙهن. شل الله تعالیٰ انهن جي دعا قبول ڪري، مون تي رحم ڪري، مدايون ميٽي، خون

خطائون بخشي ۽ پنهنجي پاجهه ڪري.

هن ڪتاب ۾ هڪ سؤسٺ معجزا آندا ويا آهن. پر ڪٿي ڪٿي ايئن به آهي، ته ٻه ٽي معجزا هڪ معجزي ۾ گڏي آندا اٿم. انهيءَ لحاظ کان جيڪڏهن ڳاڻيٽو ڪيو وڃي ته هڪ سوءَ ڇهاسي معجزا ٿيندا. هي ڪتاب ۱۱۲۷ھ ۾ مڪمل ڪيم، ۽ انجو نالو "قُوت العاشقين" رکيم. جيڪڏهن ڪو صاحب هن ۾ ڪا غلطي ڏسي، يا ڪيس سهوَ نظر اچي، ته ان کي سچو ڪري (درست ڪري). اهو جهن جون اهو جهايون داناءَ درست ڪندا آهن، ۽ پنهنجي احسان سان ضعيفن جون ڪمزوريون ۽ ڪوتاهيون عفو جي عين سان ڍڪيندا آهن. جيڪي ماٺهو صالحن جي نقشِ قدم تي هلندا، اهي دنيا ۽ آخرت جون ڀلايون حاصل ڪندا. اي منهنجا رب ڪريم، تون وڏو رحيم ۽ ڪريم آهين. هن حقير هاشم جا ڏوهه گناهه بخش. تون سهاجهو سائين آهين، ۽ ڪمينن سان ڪرم ڪندڙ آهين. منهنجا موليٰ پاڪ انهن سيني وفات ڪري ويل ۽ جيئرن کي بخش، جن دل جي گهراين مان ڪلمو پڙهيو آهي:

لاالہ الاالله محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم

رسول الله ﷺ جا معجزا بي شمار آهن. انهن جي حد حساب جو پرو پاند ئي ڪونهي. ڪنهن کي طاقت نه آهي، جو سمورا معجزا بيان ڪري سگهي. "سيرت شامي" ۾ آيو آهي، ته عالمن فقط قرآن حڪيم مان سٺ هزار معجزا ڪڍيا آهن. حديثن مان جيڪي معجزا اخذ ڪيا ويا آهن، انهن جو ته ڪو ڳاڻيٽو ئي ڪونهي.

پڇاڙي: (ان کان پوءِ مخدوم صاحب نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي ثنا ۽ صفت بيان ڪئي آهي، اها سندس ئي لفظن ۾ ڏجي ٿي، ڇاڪاڻ جو انهيءَ نظمي سٽا کي نثر ۾ پڙهڻ جي بدران، نظم جي سٽا ۾ پڙهڻ سان روح کي وڏيڪ راحت رسندي.)

سونهارا سيين پتين، خاصا خلق جا
عالم لڳا آسري، تنهن شفيع شفاعتا
مهڙ مڙني مرسلين (١)، مشفق مجتبيٰ ﷺ
لال لاکيڻو لکڻين، نبي نور هديٰ
سڄڻ صورت سوهڻو، سرهو سين تا
ماڻڪ موتين هار جيئن، منهن ۾ محمدا صہ
پاٻوهيندي پڌرا، جوهر ڪن جلوا
ڪڙن ڪتڻهار تا، ڪر مرڪندي مهندا
شرم ٿئي شمس کي، پسڻو پرين ۽ پڙا ۽
جوت نہ ذري جيتري، کي چنڊ چوڏهينءَ ماه
ڏسي منهن محبوب جو، تارا شرمئا
سچ چنڊائي سوهڻون، خاصو خير وريٰ عليہ السلام
ڏکہ لاتائين ڏيهہ کان، ڏرت ڏکارا
سڄڻ سپ سترُ، ٿيا پرينءَ جي پاران
ڪيا قادر قدرت سين، منهن ڪافرن ڪارا
سٻاجهي سيد کي، سائينءَ ڏيهہ ڏنا
واحد گهڻو، واکاڻيو قادر ڪريما
ڏئو ڏيہ ڏٿيءَ جو، وڏيءَ خلق وچا

---

(١) شاهہ لطيف اهو فقرو پنهنجي هڪ بيت ۾ هن طرح آندو آهي:
جکري جِهو جوان، ڏسان ڪونہ ڏيهن ۾،
مهڙ مڙني مرسلين، سرس سندس شان،
فڪان قاب قوسين او ادنيٰ، ايءُ ميسر تيس مڪان،
آگي جو احسان، جنهن هادي ميڙيم مهڙو.
*لاکيڻو= (لکڻ ياڃڻ)= گڻ، خصلت)- خوبين ۽ صفتن وارو، حسن اخلاقوارو.*لکڻين = لکڻ ۾، گڻن ۾، صفتن ۾ *پاٻوهيندي= ٻاجهہ ڪرڻ ۾ محبت ڪرڻ ۾، مُرڪندي. *مهندا= اڳيان سَترُ = پار پيا، ڪامياب ٿيا

کوتایل کریم جو، مٿهين مکانا
جت ماڳ نہ لڌو ملڪين، نہ ڪي نبين منجها
تنتي رب ورساٽيا، پهنجا پيارا
تنهن وڏيري جي وصف، جي لهي ڪير ڪرا
خدمت منجهہ خليل جي، ملڪ ڪن مجرا
پير نبين ولين جا، ادب منجهہ اينيا
چيائون صلواتون سلام رسول اتي، سيني ساڻ ثنا

*

الصلوات والسلام عليڪ يا رسول الله ﷺ
چي توتي هون رحمتون، ۽ سلام ٿيون سائين، سونهاٽا
جو تون جوت جهان جي، ساهو ارض سماء
نبيءَ تنهن جي نور مان، آگي اپايا
فانہ شمس فضل هم ڪواڪبها، وڏا فرق وچا
تون دادلو دوستن جو توسين جوڙ نہ جاءِ
تاج تنهن جي سرتي، سونهين سروپاءِ
تون سونهن سيني مرسلين، خاتم الانبياء
عرش ڪرسي لوه ٿيا، سڀ تنهن جي سببان
ڪارڻ تو قادر ڪيا، ڀون ۽ اڀ پڌرا
جوڙون جونهر جاڳهون، جڙيا حضرت محمدا صہ
عالم سڀ اپائيا، ڪامل جي ڪوڏا
سيهو ٿو سون ٿئي، نبيءَ جي نظرا
ورنهہ گهٽان واسيا، ٿي راتين روز مرا

---

*اينيا= بيٺا *سونهاٽا= پسند ڪيل * ساهو (سهاءُ) = روشني، اجالو. *
ڀون= زمين * ڪوڏا= ڪوڏ مان ، خوشيءَ مان *ورنهہ = بهادر *
واسيا= سرها ڪيا. نوازيا

گوندر لٽا ٿي گوندرئين، ڏکئن ڏاڻ لڌا
ماني ميڇي مڙيا پنڻ پينارا
پٽ ڪتيرين ڦريا، مهاڻا ملهيا
پلئہ لڳي پرين جي، ملاح مير ٿيا
جن ميڇيون ٿي ماريون، ۽ مٿن تي ڪارا
ڏکيا گذارين ڏينهڙا، سهن ولهون سيءَ واءَ
لاکو ٿو لهريون ڏئي، ولهن ڏئي وانٽا

*

ڪوجها ڪوڙا ڪيترا، پازي پيش پيا
پٽيءَ لڳي لاڏڪي، ميرن مان لڌا
جي ستيءَ سندا سيڪڙو، سي پين پرمل ٿا
پنگو جن نہ پيٽيو، ماڙين سي مڙيا
ڇام ڇمارئين وتري، جيئن سال سدا
جو تون بکئين کارائيين لطف، سين لوئين ڏئين لقما
اڃن آب پيارين، اي احمد احسانا صم
ڏيج ڏيارئين مٺا جيارئين، پيڇهين پاڙوسيا
ڪهين لهين خبرون، تون تنگيءَ ۾ توڙا
اڇين اندوهين ڪي، اهڪيءَ ۾ آڏا
ناقص تون نوازئين، ڏيئي ڏان وڏا

---

* گوندر = ڏک*ڪتيرن= ڪٽي اوڊيندڙن، غريبن مسڪينن * ولهون = سرديون *ڪوجها= اڻ وڻندڙ، ڪمين ڪوتاهين وارا * ڪرڙا= اڊنگا * پازي (پاجي) = ٻانها، خسيس * پنگو = پونگي، جهوپڙي، منهن * پنگو جن نہ پيٽيو=جن ڪي پونگي بہ نہ هئي *وتري= وڏيڪ * لوئين = سڃن، پينگن * لقمو= طعام، ڪاڌو * ڏيج= انعام، بخشش، عطا * ڪهين =نقصان هيٺ آيلن، ڏکين، پريشان حال * تنگي = ڏکيو وقت *توڙا = اصل ڪان *اندوهين = ڏکويلن، تڪليف هيٺ آيل، * اهڪيءَ ۾ = ڏکي وقت ۾ * آڏو = سامهون *ناقص = نقص وارا، ڪمين ڪوتاهين وارا* ڏان= بخششون، عطائون

سوراتين ساروں لهين، وسامڻ ويرا
دارون درماندين، پرين جي پچا
ٿوپ ٿڪين جي آهئين، اڙئن جا اجها
ڏکيا ڏليا ڏهرا، اسونهہ اپوجها
همت تنهنجي هاشمي هلن هميشاه
اي رسول الله جا، سچا ريبارا
سائينءَ سونهاٽا سيئون، مرڪڻ موچارا
اجها سندا عاجزين، پلنئون پلارا
مونکي گناهن گهيريو، ويڙهي وجودا
ڏکن ڏورم جندڙو، پسي ڪرت ڪچا
ڪوڙ ڪئام ڪيترا، چاٽي چاڻ منجهان

*

هيرايم هٿ حرام ڏونهن، پيم حيف هتا
عاصيءَ عصيانن جا، پريائي پاندا
ڪوجهي ڪمايون ڪچيون، ڏوهن ڏار مڪا
ڏکم ڏولائي گهاريان، ڏجارا ڏينهن ڙا
سدا سور سرير ۾، وسن وير وتارا
اندوهين اندوه سين، رهڪ روز مرا
ورهن مونکي ويڙهيو، طاقت ناهيم ڪا
ڪامين دل خمار ۾، رڙهن رت قڙا

---

سوراتين = سور وارن، تڪليف وارن، ڏکويلن * ساروں = سنڀالون
وسامڻ = ماندو ٿيڻ *وسامڻ وير = ماندي ٿيڻ وقت * ٿوپ = پروسو،
رو، پرجهلو *ڏليا (ڏلها) *. هيٺا، ڏکيا، ڏهرا= هيٺا* آسونهہ = بي واهہ
ريبارو = پيغمبر *پلنئون = پلن ڪئون *ڪرت = ڪم *ڪچا= خراب *
ٽي چاڻ منجها = چاٽي واٽي *ڏجارا= ڏجهن وارا، ڏکيا * ويرو تارا=
يشہ، سدائين *رهڪ = رهائش * روز مرا= روز مره، روزانو

هي هي کيو هاريان، ڳلن سر ڳوڙها
مونکي گهنگهرن گهيريو، گهوڙا ڙي گهوڙا
آئيو پون آڳ ۾، جگر سڀ جيرا
کوء منهنجا سکڙا، ووء ووء مونکي واء
جيئڻ مون ساڻ نہ سمرو، نہ کو وهڻ نہ واه
پنڌ آ ڳاهون اهکو گهٽو، النگهڻ اهکارا
جيهڻ گهٽائي جهريون، ڏونگر وڏاندرا
ساٿي ناهہ سڄ، ۾ پهڻ پو وارا
ڇڄن پير ڇپن سين، وڍجن ولارا
مران انهيءَ مامري، جيئڻ هيڪل ۾ هاڙها
پاٿي ناهہ پٽن ۾ ، تپن آڙهاڙا
واڻ سنهڙي وار کان، تکي ترارا
ات اونداهي نکٽي، اپر انداز نٽا
ڄيرا ٻنهين کنڌئين پراٽيس پيارا

*

اي رسول الله جا، شفيع سونهارا
رس مون کي راهہ ۾، اڙئن آڌارا
ڇورا ڇڏمَ ڇپرين، مرسل متارا
ڏانيون توکي ڏنيون، ڏيهنَ ڏاتارا
سائينءَ توکي سونپيا، ڏيهہ سڄا سارا

---

* گهنگهرن = ڏک ، غم، تکليفون *کامي= سڙي ، پچي *اڳاهون = اڳيرو *النگهڻ = لنگهڻ *جيهڻ = آڏاترڇا لک ۾ چاڙهيون * جهريون = جبل جا وڍ، کانچاءِ جبل تان هيٺ لهندڙ پاڻيءَ جا وهکرا * ڏاندرا= وڏا* اهکارا = ڏکيا * پهڻ = پٿر * پوءِورا= پنهنجي مرضي وارا، واٽ نہ ڏيندڙ *ڇڄن= زخمي ٿين * ڇپن= جبلن، پٿرن *ولارا= ورانگ وجهڻ سان * هاڙها (هاڙو جبل جو نالو)= جَبَلَ آڙهاڙا= سخت گرمي جا ڏينهن *نکٽي = سراسر، نيٺ *اونداهي نکٽي = ٻاڻ اوندهہ *ڄيرو= باهہ

ڪر قريب ڪريم جا، سيني سنيارا
تو ريءَ تاري ناهہ ڪا، مرڪڻ مصطفيٰ
جيئن تو ضمانيت جو، ڏريان ڪنيو داءَ
سرن تنهنجي سوجهري، عاصي اپارا
توکي سنڀاريو سپرين جين جال وڏا
ساه منهنجو صدقو مرسل تو متان
گهوريو اتان تو گهوريان، روح رڳون ريزا
١. فيا رب ادخلني مدخل صدق و هب لي شفاعتہ يوم القيمتہ
(پوءِ اي رب، مونکي صدق جي داخل ٿيڻ واري جاءِ ۾ داخل ڪر؛ ۽ مون کي سندس شفاعت سان قيامت ۾ بخشش ڪر.)

*

صاحب سونهارا مون ڏٺي، سائيم سڀاجها
تسي تون توهہ ڪرئين، ڀاڄهائي ڀاڄهاءِ
مونکي محب ميڙئين، نيئي مدينه مولئٰ
ڏيکارئين ڏيهہ ڏٺي، قبا ڪامل جا
ڪرم ساڻ ڪريم تون، هادي هوت ملاءِ
سڄڻ جي پرڏيهہ ۾ سي ڏٺيم دوس ديڪاءِ
تہ پسان پيرو پاڪ رسول جو، حرم ۽ حجرا
محل ميلون مسجديون، منزل منارا
جان جان دوست نہ ديکئو، نرتئون نيڻ سان
تان تان سک نہ جنڊڙي، ورهن رات وهاءِ
هئين اندر هيج گهڻو، پڇي پور منجهان
ڪاميو ڪاميو ٿئي ڪنيپ سو، لوچي پرين لاءِ

---

*ورهہ=وڇوڙو *نرتئون= محبت مان

سجڻ رهيام روح ۾، اندر اوتارا
آهيم سهد سرير ۾، گهڻو اپارا
هينڙو حب حبيب جي، سکي ۽ سيڏاءِ،
وڏئو واڍوڙن جيئن لڇي ۽ ليلاءِ
جهلي پلي نہ رهي، وڻڙو پاڻ وسا
مونکي محبوبن جا، دل ۾ داغ دکئا
ٻرن ڀڙهکن ڀهون پرين، جگر ۽ جيرا
لوسيو لي لالن جي، کاميو کن کولرا
ڦاٽيون ڦٽ فراق جي اکڙيون اصلا
ونن وسامڻ ناهہ کو، اڌمن اندوها
هنجون هارين هيج مان، رت کري ريلا
رائو روئن پرينءَ، کي کچن نہ ڏينها

*

توبہ کريان تو سچ سين، صاحب سباجها
کريان تضرع زاريون لاهيون دل دغا
جيکي ڪئم مناٺيون، موٽئس مرن کا
آس پرئو ئي آهيان، اپر اميدا،
تہ سائنيم، سوالين سين، وڙ کري پنهنجا
کر سدائين تنهجو، کرم کمين سان
پاڻ فرمائيو فضل سين: لا تقنطوا من رحمة الله (١)
تہ ميڻ نا اميد ٿئو، منهنجي رحمتا

---

*سهد (سهج) = سک، آرام، راحت *سيڏائي= واجهائي، انتظار ۾ رهي * واڍوڙن = زخميل، گهايل *وسا= وس مان، پنهنجي وس کان * ڀڙهکن (ڀڙکن )= ٽڇکن، رجهن *ڀهو پرين = کيترن طريقن سان* رائو= رت.
*تضرع= زاري، ليلايون *موٽئس مرن کان= جانورن، مرن کان بہ وڌيک
(١) اوهان الله جي رحمت (ٻاجهہ) کان نا اميد نہ ٿيو (الزمر -٥٣)
*ميڻ = متان

آهي اپر اڳانجهي گهٽو، ڪنڌي ته نہ ڪا،
سا خبر سڻي خوش ٿيان، سـهي دل سدا
توهہ توهين جي ايهان، مون سين ناهہ مَيا
قادر بخشين ڪرم سين، منهنجا ڏوهہ خطا
هاشم جهڙي حقير سين، ڪريين عفو عطا
نالائقن نصيب ڪري، شافع شفاعتا
ڏاڍو ڏيهہ حساب جو، ڪريين آسانا
سها ڪريين سچا ڏٺي، قبر نہ ڪمڙا
سان لڏائين ڪلمي، ڏِنيءِ دار منجها
لا الہ الا الله محمد رسول الله

* توهہ = آسري، آڌار *مَيا = سمر

# واڌارا

مخدوم صاحب معجزن وارو ڀاڱو شروع ڪرڻ کان اڳ ۾ معجزن جي بيان ڪرڻ جا هي ماخذ ڄاڻايا آهن:

(١) مشڪواة شريف (٢) مواهب اللدنيہ (٣) ڪتاب شفا (۴) سيرت گازروني (٥) سيرت شامي (٦) سيرت حلبي (٧) روضة العنف

انهن کان سواءِ متن ۾ انهن کان سواءِ ٻين ڪتابن جا نالا بہ آندا اٿس، جهڙوڪ: صواعق، اسدالغابہ وغيره. هن هيٺ انهن ڪتابن جو تعارف ڏجي ٿو:

**شرح مسلم:** صحيح مسلم، حديث شريف جو مشهور، مقبول ۽ مستند مجموعو آهي، جيڪو امام مسلم جو مرتب ڪيل آهي. امام صاحب جي ڪنيت ابوالحسن ۽ لقب عساڪرالدين آهي. سندس ولادت جي سن ۾ اختلاف آهي. البت سال ٢٠٢ هہ (٨١٧ع) وڌيڪ صحيح سمجهيو وڃي ٿو: ٥٥ سالن جي عمر ۾ ٢٥ رجب ٢٦١ هہ (٨٧٥ ع) تي وفات ڪيائين. هو نيشاپور ۾ ڄائو ۽ انهيءَ ئي شهر ۾ وفات ڪيائين (١) . صحيح مسلم کان سواءِ سندس ٻيون بہ تصنيفون آهن. صحيح مسلم جون ڪيتريون ئي شرحون لکيون ويئون آهن. مخدوم صاحب هن ڪتاب جي متن ۾ فقط "شرح مسلم" ڄاڻائي حوالو ڏنو آهي. ان مان اندازو نہ ٿو ٿئي تہ هن ڪهڙي شرح سامهون رکي آهي. بهرحال ڪجهہ مشهور شرحن جا نالا ڏجن ٿا:

(١) المنهاج في شرح صحيح مسلم بن الحجاج : حافظ ابو زڪريا يحيٰ بن شرفنووي، رمتوفي ٦٧٦ هہ(١٢٧٧ع)

(٢) الايتهاج : خطيب قسطلاني شهاب الدين احمد بن محمد شافعي متوفي ٩٢٣ هہ (١٥١٧ع) هيءَ شرح صحيح مسلم جي اڌ تائين آهي، ۽ اٺن ضخيم جلدن تي مشتمل آهي (٣) شرح صحيح مسلم: ملا

علي قاري هروي، جيڪا ۴ جلدن تي مشتمل آهي.

**شرح شمائل نبوي:** امام ترمذي حديث جو وڏو عالم ٿي گذريو آهي. سندس مرتب ڪيل حديث جي مجموعي "جامع ترمذي" کي حديث جي سلسلي ۾ اهم حيثيت حاصل آهي. سندس نالو محمد، والد جو نالو عيسيٰ ۽ ڪنيت ابو عيسيٰ آهي. هو قبيلي بنو سليم مان هو. انهيءَ ڪري "سلمي" سڏيو ويندو هو. "بوغ" ڳوٺ جو رهاڪو هو، انهيءَ ڪري ڪيس بوغي به چيو ويندو هو. "بوغ" ڳوٺ جي پرسان ڪجهه مفاصلي تي "ترمذ" شهر آهي، جنهن ۾ امام صاحب تولد ٿيو ۽ مدفون آهي؛ انهيءَ ڪري ترمذي سڏيو وڃي ٿو. "ترمذ" شهر "آمو درياءَ" جي ڪناري تي آهي. هي درياءُ ماوراء النهر ۾ آهي، ۽ ان کي جيحون ۽ نهر بلخ به چوندا آهن. امام صاحب "ترمذ" ۾ سنه ۲۰۹هه (۸۲۴ع) ۾ تولد ٿيو. ۱۳- رجب ۲۷۹هه (۸۹۲ع) تي وفات ڪيائين.

"جامع ترمذي" کان سواءِ پيا به ڪيترا ڪتاب لکيائين، جن ۾ "الشمائل" کي وڏي اهميت ۽ مقبوليت حاصل آهي. هن ڪتاب ۾ نبي ڪريم ﷺ جي ذات اقدس جي حسن صورت ۽ حسن سيرت بابت چار سئو حديثون گڏ ڪيل آهن. ڪتاب ۵٦ بابن ۾ ورهايل آهي مختلف عالمن انهن جون شرحون لکيون آهن، جن مان ملا علي قاريءَ جي "جمع الوسائل" کي وڏي اهميت حاصل آهي (۲). معلوم ٿئي ٿو، ته مخدوم صاحب هن شرح مان استفاده ڪيو آهي. ڪجهه پيون مشهور هي آهن:

(۱) شيخ علم الدين قنوجي، جي "دارلفضائل في شرح الشمائل"

(۲) شيخ ابوالامداد ابراهيم، جي "بهجت المحافل في شرح الشمائل"

(۳) حافظ شهاب الدين احمد صحر مڪي (متوفي ۹۷۳هه ۱۵٦٦ع) جي "اشرف الوسائل"

**مشڪواة شريف:** حديث جي هن مجموعي جو پورو نالو مشڪواة المصابيح آهي؛ جنهن ۾ حديث جي مشهور ۽ مستند ڪتابن "صحاح سته" ۽ حديث جي ٻين مشهور معتبر ڪتابن مان ڇهه هزار چوڏهن حديثون آنديون ويئون آهن. مرتب جو نالو محمد (يامحمود)،

ڪنيت ابو عبدالله، لقب ولي الدين ۽ والد جو نالو عبدالله آهي. نسب جي لحاظ کان "عمري" آهي ۽ "الخطيب تبريزي" مشهور آهي. سندس مرتب ڪيل حديث جي هن مجموعي کي "صحاح ستہ" ۾ ڳڻيو وڃي ٿو.

ڪتاب مختلف بابن ۾ ورهايو ويو آهي، ۽ هر باب کي عنوان ڏيئي، ان ۾ انهيءَ موضوع سان تعلق رکندڙ حديثون چونڊي آنديون ويئون آهن. هر باب ۾ ٻہ فصل آهن. پهرين فصل ۾ اهي حديثون ڏنيون اٿس، جيڪي "صحاح ستہ" مان چونڊيون اٿس. ان کي "صحاح" نالو ڏنو اٿس. ٻي فصل ۾ حديث جي ٻين ڪتابن جهڙوڪ: ابوداؤد، ترمذي، نسائي وغيره مان حديثون چونڊي ڏنيون اٿس. ان فصل کي "حسان" نالو ڏنو اٿس. ڪن ڪتابن ۾ ٽيون فصل بہ آهي. ان ۾ حديث جي ٻين ڪتابن مان حديثون چونڊي آنديون اٿس. ان کان سواءِ هن فصل ۾ صحابہ ڪرام ۽ تابعين جا قول ۽ ڪارگذاريون بہ ڏنيون اٿس. هڪ باب معجزن بابت بہ آهي. ان جي پهرين فصل ۾ اهي معجزا آهن، جيڪي صحيح بخاري ۽ صحيح مسلم تان ڪنيا اٿس؛ يا وري "متفق عليه" آهن. ٻي فصل ۾ ترمذي، شرح السنتہ، دارمي ۽ ابودائود مان روايتون ڪنيو اٿس. ٽين فصل ۾ صحيح بخاري ۽ مسلم احمد جون روايتون ۽ متفق عليہ روايتون آنديون اٿس. بيهقي جي "دلائل النبوه" مان بہ ڪجهہ روايتون ٽئين فصل ۾ آنديون اٿس. ڪن حديثن جي هيٺان "حديث غريب" بہ ڄاڻايو اٿس. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي هن باب جا اڪثر معجزا پنهنجي ڪتاب ۾ آندا آهن.

"مشڪواة" جي مرتب جي وفات جي سن ۾ اختلاف آهي. ڪن ٧٤٠هہ، ڪن ٧٤٣هہ ۽ ڪن ٧٤٨ هہ ڄاڻايو آهي. بهرحال اهو يقيني آهي تہ هن ٧٣٧هہ کان پوءِ وفات ڪئي، ڇاڪاڻ جو هن مذڪور مجموعو ٧٣٧هہ ۾ مڪمل ڪيو. (٣)

بيان: ڪتاب جو سڄو نالو آهي: (بيان السنتہ). حقيقت ۾ هي ڪتاب امام طحاوي جي ڪتاب "مشڪل الآثار" جو هڪ مختصر مگر جامع متن آهي، جيڪو "عقيدة طحاوي" جي نالي سان مشهور آهي ۽ "مشڪل الآثار" جي نالي سان سڏيو ويندو آهي. ظاهري طور حديثن ۾

جيڪو تضاد معلوم ٿئي ٿو؛ هن ڪتاب ۾ انهيءَ تضاد کي دور ڪري، احڪام ڪڍيا ويا آهن.

امام طحاوي جو نالو احمد، والد جو نالو محمد، ڪنيت ابو جعفر ۽ نسبت طحاوي آهي. "طحا"، صعيد مصر جي ڳوٺن مان هڪ ڳوٺ آهي. جيئن ته امام صاحب ان ڳوٺ ۾ يا ان جي ڀرسان واري ڳوٺ ۾ رهندو هو؛ انهيءَ ڪري ڪيس طحاوي سڏيو ويو. سندس ولادت جي سال ۾ اختلاف آهي؛ پر ٤٢٩هه (٨٤٢ع) صحيح مڃيو ويو آهي. ذوالقعد ٣٢١هه (٩٣٥ع) ۾ وفات ڪيائين.(٤)

**الاتقان:** هي ڪتاب علامه سيوطي جو لکيل آهي. سندس وڏا ايراني نسل جا هئا، ۽ بغداد ۾ رهندا هئا. بعد ۾ سندس وڏا لڏي اچي مصر جي شهر "اُسيُوط" ۾ رهيا. انهيءَ شهر جي ڪري "السيوطي" سڏيا ويا. اسان جي هن سيوطيءَ جو پورو نالو ابوالفضل عبدالرحمان بن ابي بڪر (ڪمال الدين) بن محمد جلال الدين الطولوني الخضيري الشافعي هو. پهرين رجب ٨٤٩هه (١٤٤٥ع) تي قاهره ۾ تولد ٿيو؛ ١٨-جمادي الاولي ٩١١هه (١٥٠٥ع) تي وفات ڪيائين. وڏو عالم ۽ فاضل هو؛ تفسير، حديث، فقه، ادب ۽ تاريخ تي نهايت اهم ڪتاب لکيائين. "الاتقان في علوم القرآن قرآن مجيد" جي علمن بابت بي نظير ڪتاب آهي؛ جنهن ۾ قرآن حڪيم جي ٨٠ عنوانن جو تفصيل آهي. ڪتاب پنهنجي جامعيت جي ڪري هر دور ۾ مقبول رهيو آهي؛ ڇاڪاڻ جو هن ۾ قرآن مجيد جي سمورن علمن ۽ فنن جو جائزو پيش ڪيو ويو آهي.

هن ڪتاب کان سواءِ حديث بابت جمع الجوامع (يا جامع المسانيد)، فقه جي لغت بابت "المزهرفي علوم اللغت"؛ تاريخ بابت "تاريخ الخلفا" ۽ ٻيا ڪتاب لکيائين؛ جيڪي جامعيت، تحقيقي انداز ۽ مستند مواد جي ڪري مشهور آهن.(٥)

**مواهب:** هن ڪتاب جو سڄو نالو "المواهب للدنيه في المنح المحمديه" آهي. هي ڪتاب ابو العباس احمد بن محمد بن ابي بڪر الخطيب شهاب الدين شافعي القسطلاني جو لکيل آهي. هي هڪ عالم ۽

محدث هو. ١٢ ذوالقعد ٨٥١هـ(١٩جنوري ١٤٤٨ع) تي قاهره ۾ تولد ٿيو. سڄي زندگي دين جي تبليغ ۾ گذاري ٧ محرم ٩٢٣هـ (٣١-جنوري ١٥١٧ع) تي وفات ڪيائين. هو صحيح بخاري جي جامع شرح لکڻ جي ڪري گهڻو مشهور ٿيو، جنهن جو نالو "ارشاد الباري في شرح بخاري" آهي. ان کان سواءِ نبي ڪريم ﷺ جي سيرت پاڪ تي سندس لکيل مذڪوره ڪتاب کي وڏي شهرت ۽ مقبوليت حاصل ٿي. هي ڪتاب ١٥ شعبان ٨٩٩هـ (٢٢مئي ١٤٩٤ع) تي لکي پورو ڪيائين.

هي ڪتاب ڪيترائي ڀيرا ڇپيو آهي، ۽ مختلف ٻولين ۾ ان جو ترجمو ٿيو آهي. هن ڪتاب کان سواءِ قرات، تجويد ۽ ٻين موضوعن تي به ڪتاب لکيائين. قصيدي برده شريف جي شرح به لکيائين. (٦)

ڪتاب "مواهب للدنيہ" مان ڪيترن ئي سيرت نگارن استفادو ڪيو آهي. مولانا شبلي نعماني هن ڪتاب جي ڪيترين حديثن کي موضوع ۽ ضعيف ٺهرايو آهي.(٧) مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ هن ڪتاب جون ڪيتريون ئي روايتون هن ڪتاب ۾ آنديون. مخدوم صاحب به ڪن روايتن بابت لکيو آهي، ته ضعيف آهن.

شرح مواهب اللدنيہ: هي ڪتاب مواهب اللدنيہ جو مفصل شرح آهي، جيڪو اٺن جلدن تي مشتمل آهي. ڪتاب محمد بن عبدالباقي الزرقاني جو لکيل آهي. هي ڪتاب سهيليءَ جي سيرت پاڪ تي لکيل ڪتاب "الروض الانف" کان پوءِ سڀ کان وڌيڪ جامع ۽ محققانہ سمجهيو ويندو آهي. زُرقاني سنہ ١١٢٢هـ (١٧١٠ع) ۾ وفات ڪئي (٨).

هي بزرگ مخدوم صاحب جو وڏو معاصر هو، جنهن "قوت العاشقين" مڪمل ٿيڻ کان پنج سال اڳ وفات ڪئي. يقين سان چئي سگهجي ٿو، ته مخدوم صاحب هن ڪتاب مان استفادو ڪيو هو، ڇاڪاڻ جو مخدوم صاحب پنهنجي ڪتاب جي متن ۾ "شرح مواهب" جو نالو کڻي حوالو آندو آهي. ان مان معلوم ٿئي ٿو، مخدوم صاحب کي نہ ڪتابن حاصل ڪرڻ سان ايڏي تہ دلچسپي هئي، جو اسلامي دنيا مان پنهنجي همعصر عالمن جا مشهور ڪتابن جا نقل بہ حاصل ڪري مطالعو

ڪندو هو، ۽ پنهنجي ڪتابن ۾ انهن جو حوالو آڻيندو هو.

ڪتاب الشفا: هي ڪتاب عياض ابن موسيٰ اليحَصبِي جو لکيل آهي، جيڪو "قاضي عياض" جي نالي سان مشهور آهي. هو محدث، مؤرخ، اديب ۽ مالڪي مذهب جو فقيهه هو. جو ۱۵-شعبان ۴۷۶هه (۱۰۸۳ع) تي تولد ٿيو، ۽ ۷ جمادي الآخر يا رجب ۵۴۴هه (۱۱۴۹ع) تي مراڪش ۾ وفات ڪيائين. (۹) ڪيترن ڪتابن جو مصنف هو، جن مان "الشفا بتعريف حقوق المصطفيٰ" کي وڏي شهرت ۽ مقبوليت حاصل ٿي. هي ڪتاب حضرت نبي ڪريم ﷺ جي سيرت، توصيف ۽ تعريف بابت لکيل آهي.

اسد الغابه في معرفة الصحابه: هي ڪتاب علامه ابن اثير جو لکيل آهي. ابن الاثير ٽن ڀائرن جو نالو آهي، جيڪي عراق جي ٻيٽ ابن عمر جا رهاڪو هئا. ٽئي ڀائر وڏا عالم، فاضل ۽ ڪتابن جا مصنف هئا. ڪتاب "اسد الغابه" ٻئي نمبر ڀاءُ عزالدين ابوالحسن علي بن محمد جو لکيل جيڪو ۴- جمادي الاوليٰ ۵۵۵هه (۱۱۶۰ع) تي پيدا ٿيو، ۽ ۶۳۰هه (۱۲۳۲ع) ۾ موصل ۾ وفات ڪيائين. مذڪوره ڪتاب کان سواءِ هن تاريخ تي مشهور ڪتاب "ڪتاب الڪامل في التاريخ" لکيو. سندس ڪتاب "اسدالغابه" صحابه ڪرام جي حالات متعلق هڪ قسم جي ضخيم انسائيڪلو پيڊيا آهي، جنهن ۾ الف- بي وار ساڍا ست هزار شخصيتن جي سوانح ڏنل آهي. (۱۰) هي ڪتاب مصر ۾ پنجن جلدن ۾ ڇپجي چڪو آهي.

سيرت گازروني: هي ڪتاب شيخ ظهيرالدين علي بن محمد بن مسعود گازروني جو لکيل آهي، جنهن ۶۹۴هه (۱۲۹۵ع) ۾ وفات ڪئي. ان جو هڪ قلمي نسخو جامع مسجد بمبئيءَ جي لائبريري ۾ موجود آهي، ۽ ان تي نالو "المنتقيٰ في سيرة المصطفيٰ" لکيل آهي. (۱۱)

سيرت شامي: هن ڪتاب جو پورو نالو "سبل الهديٰ والرشاد في سيرة خير العباد" آهي، جيڪو محمد بن يوسف الشامي جو لکيل آهي، ۽ ستن ضخيم جلدن تي مشتمل آهي. سيرت جي موضوع تي هي ڪتاب سڀ کان وڌيڪ مستند ۽ مفصل آهي، جنهن ۾ آنحضرت ﷺ جا فضائل،

نبوت جون نشانيون، افعال ۽ اول کان آخر تائين پاڻ سڳورن جي سيرت پاڪ جي واقعن جو احوال تفصيل سان آيل آهي. مصنف ڪتاب لکڻ وقت ٽن سون کان وڌيڪ ڪتابن مان استفاده ڪيو آهي. هو محدث نہ هو. واقعا بيان ڪرڻ وقت صحيح روايتن جو لحاظ رکيو اٿس. محمد بن يوسف الشامي سنہ ۹۴۲ھ (۱۵۳٦-۱۵۳۷ع) ۾ وفات ڪئي. (۱۲)

سيرت حلبي: ڪتاب جو سڄو نالو "اسنان العيون في سيرة الامين المامون" آهي، جيڪو علامہ نورالدين علي بن برهان الدين الحلبي جو لکيل آهي. هي ڪتاب ٽن جلدن تي مشتمل آهي، ۽ "السيرة الحلبيہ" جي نالي سان مشهور آهي. مصر مان ڪيترائي ڀيرا ڇپجي چڪو آهي. علامہ نورالدين حلبي سنہ ۱۰۴۴ھ (۱٦۳۴ء) ۾ وفات ڪئي.(۱۳)

صواعق: ڪتاب جو سڄو نالو "الصواعق المنزلة علي الجهمية والمعطلة" آهي، جيڪو اسلامي دنيا جي مشهور عالم ۽ فاضل "ابن القيم" جو لکيل آهي. شمس الدين ابو عبدالله محمد بن ابي بکر ايوب بن سعد الزّرعي سنہ ٦۹۱ھ (۱۰۹۸ع) ۾ دمشق ۾ تولد ٿيو. جيئن تہ سندس والد دمشق جي مدرسة الجوزيه جو قيم (مهتمم) هو، انهيءَ ڪري هو "ابن قيم الجوزيه" جي نالي سان مشهور ٿيو. بعد ۾ فقط "ابن قيم" جي نالي سان مشهور ٿيو. ۱۳رجب ۷۵۱ھ (۱۳۵۰ع) تي دمشق ۾ وفات ڪيائين. ابن قيم اصول ۽ عقيدن ۾ حنبلي مذهب جو هو، پر فروع ۾ آزاد هو. هو شخصي تقليد جي خلاف هو. مذڪوره ڪتاب کان سواءِ ٻيا بہ ڪجهہ علمي ڪتاب لکيائين، جهڙوڪ: اجتماع الجيوش الاسلاميہ، اعلام الموقعين عنارب العالمين، التبيان في اقسام القرآن، زاد المعاد في هدي خير العباد،ز مدارج السالکين، تفسير المعوذتين، ڪتاب الروح، شفاء العليل في القضاوالقدر والحکمة والتعليل وغيره. برا کلمان پنهنجي ڪتاب "تاريخ ادبيات عربي" ۾ سندس ۵۲ ڪتابن جو ذڪر ڪيو آهي. (۱۴)

حياة الحيوان: هي ڪتاب ڪمالدين محمد بن موسيٰ الدميري جو لکيل آهي. جيڪو ۷۴۲ھ (۱۳۴۱ع) ۾ پيدا ٿيو، اتي ئي سنہ

۸۰۸هہ (۱۴۰۵ع) ۾ وفات ڪيائين. هو پنهنجي ڪتاب "حياة الحيوان" جي ڪري مشهور ٿيو. جيڪو جانورن بابت هڪ قسم جي انسائيڪلو پيڊيا آهي. ان سان گڏ هي ڪتاب مسلم عوام جي روايتن ۽ عقيدن جي مخزن بہ آهي. هن ۾ جن مختلف جانورن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. انهن ۾ "براق" بہ آهي. (۱۵)

## واڌارن جا حوالا

(۱)مولانا محمد حنيف گنگوهي: ظفر المحصلين باحوال المصنفين. مير محمد ڪتب خانہ. ڪراچي. ص ۱۴۱- ۱۴۲-

(۲) ايضا.ص ۱۴۴ کان ۱۴۷

(۳) ايضا ، ۱۷۱-۱۷۲ - مشڪواة شريف. اردو ترجمو مڪتبہ رحمانيہ لاهور. جلد سوم ص ۱٦٦ کان ۲۰۰

(۴)ظفر المحصلين ، ص ۱۵۹ کان ۱٦۵ ۽ ص ۲۲٦- وفيات الاعيان (عربي): احمد بن محمد بن ابي بڪر بن خلڪان. منشورات الشريف الرضي قم. ص ۷۱- ۱۷۲.

(۵) اردو دائرة معارف اسلاميہ. پنجاب يونيورسٽي لاهور. جلد ۱۱ سال ۱۹۷۵ع. ص ۵۳۷ کان ۵۴۱. الاتقان. اردو ترجمو. مير محمد ڪتب خانہ ڪراچي. جلد اول و دوم

(٦) ايضاً. ص جلد ۲/۱٦. سال ۱۹۷۸ع ص ۱۴۱. ۱۴۲.

(۷) شبلي نعماني: سيرة النبي جلد اول : نيشنل بوڪ فائونڊيشن اسلام آباد. ۱۹۸۱ع. مقدمہ.

(۸) اردو دائره معارف اسلاميہ. جلد ۲/۱٦ ص ۱۴۲ جلد ۱/۱۴. سال ۱۹۸۰ع. ص ۱۸۱

(۹) ايضاً. جلد ۲/۱۴. سال ۱۹۸۲ع. ۵۳-۳۵۲- جلد ۱ - سال ۱۹٦۴ع ص ۱۸- ۴۱۷.

(۱۰) ايضاً. جلد ۱/۱۴ ، ص ۱۸۰

(۱۱) سيرت النبي. جلد -۱ ص ۳٦.

(۱۲) دائره معارف اسلامیہ، جلد -۱۱، ص ۵۰۸
(۱۳) راغب الطباخ: تاریخ افکار و علوم اسلامي، ج ۲، ص ۳۱۰
بحوالہ. اردو نثر مین سیرة رسول: ڈاکٹر نور محمد خالد، اقبال اکادمي پاکستان لاهور، سال ۱۹۸۹ع، ص ۱۳۳
(۱۴) اردو دائره معارف اسلامیہ، جلد اول، ص ۶۵۱ کان ۶۵۳.
(۱۵) کمال الدین محمد بن موسیٰ الدمیري: حیاة الحیوان الکبریٰ، انتشارات ناصر خسرو، طهران ایران، دو جلد - اردو دائره معارف اسلامیہ، جلد ۹، سال ۱۹۷۲ء، ص ۴۳۴ کان ۴۳۶.



# قرآن شريف جي مختلف موضوعن تي ڇپيل ڪتاب

| ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|
| ✧ تفسير هاشمي | مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحه / ميمڻ عبدالمجيد سنڌي | 120/= |
| ✧ درس قرآن | عبدالوحيد موورياڻي / امام بخش عاصم | 30/= |
| ✧ تعارف القرآن | سيد گل محمد شاهه | 40/= |
| ✧ قرآني سورتون | انجنيئر عبدالمالڪ | 64/= |
| ✧ فضائل قرآن | محمد رمضان مهيري | 20/= |
| ✧ اي ايمان وارؤ ! | فضل محمد عمراڻي | 60/= |
| ✧ يـايها الناس | مترجم: محمد ايوب انصاري | 30/= |
| ✧ قرآن شريف ۾ پارڙا | سردار احمد ڳڏاڻي | 30/= |
| ✧ قرآن مجيد جا سنڌي ترجما ۽ تفسير | عبدالرزاق گهانگهرو | (زير طبع) |

# سيرت النبي ﷺ تي ڇپايل ڪتاب

| ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|
| ★ سهڻو سردار ﷺ | انجنيئر عبدالمالڪ | 30/= |
| ★ سچو سرواڻ ﷺ | غلام مصطفيٰ مشتاق | 48/= |
| ★ سچو سرور ﷺ | مولانا محمد عبدالحئي | 40/= |
| ★ رهبر اعظم ﷺ | سيد گل محمد شاهه بخاري | 40/= |
| ★ مٺو محبوب ﷺ (ٻارڙن جي نظر ۾) | دادا سنڌي | 32/= |
| ★ محمّد رسول الله ﷺ | رحيم بخش "قمر" لاکو | 56/= |
| ★ مٺو مرسل ﷺ ۽ ٻارڙا | عبدالحفيظ ٻجاراڻي | 30/= |
| ★ قوت العاشقين | مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحه / ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي | 48/= |
| ★ سيرت رسول ﷺ (قرآن جي آئيني ۾) | سيد گل محمد شاهه | (زيرطبع) |
| ★ درود شريف | مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحه / رفيع الدين چنو | (زيرطبع) |
| ★ بذل القوة في حوادث سنن النبوة | مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحه / پروفيسر اسرار احمد علوي | (زيرطبع) |

# اڪيڊمي جا ديني ۽ اسلامي ڪتاب

| | ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|
| ١ | تفسير هاشمي | علامه مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحه / ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي رحه | 120.00 رپيا |
| ٢ | درس قرآن | امام بخش عاصم / عبدالوحيد موريائي | 30.00 رپيا |
| ٣ | تعارف القرآن | سيد گل محمد شاه بخاري | 40.00 رپيا |
| ۴ | عورت (ماضي حال مستقبل) | انجنيئر عبدالمالڪ | 30.00 رپيا |
| ۵ | حج رهبر | عبدالرحمٰن جتوئي | 10.00 رپيا |
| ٦ | فضائل قرآن | محمد رمضان مهيري | 20.00 رپيا |
| ٧ | سبحان تنهنجي صاحبي | عبدالهادي ٽيهو | 18.00 رپيا |
| ٨ | ٽيهه ڪوڙانبوت جا دعويدار | پروفيسر ڪريم بخش نظاماڻي | 100.00 رپيا |
| ٩ | خزانهء اعظم | ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي | 40.00 رپيا |
| ١٠ | مسافر (ناول) | شيخ عبدالرزاق "راز" | 36.00 رپيا |

رابطي لاءِ: پوسٽ باڪس ۵٧٣۵ ڪراچي
يا
واڳنودر شڪارپور